# هڪ اداس ڇوڪري

ناول

(هندي جي مشهور ليکڪا "امرتا پريتم" جي مشهور ناول
ايڪ ٿي انيتا جو سنڌي روپ)

**امرتا پريتم**

---

سنڌيڪار : عرفان مهدي





سنڌي ساهت گهر - حيدرآباد سنڌ

1996ع

ڪتاب جو نالو: هڪ اداس ڇوڪري (ناول)
ليکڪا: امرتا پريتم
سنڌيڪار: عرفان مهدي
ڇاپو: ٻيو
ڇپجڻ جي تاريخ: سيپٽمبر 1986ع
پهريون ڇاپو: 1985ع
قيمت: =/40 چاليهه روپيا

سنڌي ساهت گهر - ڪتاب نمبر 88

***HIK UUDASS CHOKIRY (Novel)***
Written By: AMRITA PRITIAM
Translated By: IRFAN MAHDI
Published By: NAZ SANAI
Chairman Sindhi Sahat Ghat
3- Nizam Lodge, Gari Khato, Hyderabad,
Per Copy 40/= Book No. 88

## ٻه اکر

امرتا پريتم جو هيءُ ناول ”هڪ اداس ڇوڪري“ اسان جي هڪڙي اداس ڇوڪري عرفان مهديءَ ترجمو ڪيو هو. جيڪو اداسين جي ور چڙهي ويو ۽ پاڻ کي درياهه حوالي ڪري ڇڏيائين ۽ اهو نوجوان، جيڪو اداس هوندي به ماڻهن کي سچ جو سچ اپارڻ لاءِ تيار ڪندو هو، ۽ هن ڌرتيءَ تي انقلاب ۽ آجپي جون ڳالهيون ڪندو هو.

۽ هاڻي جڏهن عرفان مهدي اسان وٽ موجود ڪونهي، ته سندس هيءُ پهريون تجربو (ترجمي جي صورت ۾) پڙهي ان جون گهڻيون يادون ٻيهر تازيون ٿينديون. جيڪي هوندي به اسان وساري نه سگهيا آهيون ۽ جسماني طور جدا هوندي به اسان عرفان کي پاڻ کان الڳ نه ڪري سگهيا آهيون.

**- ناز سنائي**

14- آگسٽ 1996ع
20- صائمه پلازا،
هالا ناڪو - حيدرآباد، سنڌ.

**ارپڻ:**

پنهنجو هيءُ پهريون تجربو: (ترجمو)
پنهنجي پهرئين پٽ
"شهيد ڏياچ"
کي-
جيڪو هن طبقاتي سماج (اڻ برابريءَ واري سماج) جي ڪوڙين ريتن، رسمن، اجائي نٽ ۽ عارضي وڏ ماڻهپي جي ور چڙهي "اڪارٿو" ٿي مري ويو.
۽ توڙي جو سندس ست ۽ رت، سنڌوءَ جي مڪتيءَ ۽ شڪتيءَ ڪاڻ نہ وهيو، پر پوءِ بہ مان کيس "شهيد" ٿو سمجهان،
"بي موت مئا، تو لاءِ ڪٺا، انسان هزارين مان نہ رکو."

- عرفان مهدي

## ارپنا

هن ناول جي ٽن ڪردارن
اقبال
ساگر
۽
رشميءَ
جي نانءَ–

امرتا

## سنڌيڪار پاران

( هر ڪرتا، گيت ،ڪهاڻي ۽ چتر ، ڪلاڪار جو هڪ خاموش خط هوندو آهي ، جيڪو هو پنهنجي پريميءَ ڏي لکندو آهي . پوءِ اهو پڙهندڙ ٿي آهي ، جيڪو ان ۾ پنهنجي ارٿ موجب لفظ ۽ سپنا ڀريندو آهي - امرتا )

پيارا پاٺڪ !

ڪنهن ٻي ٻولي جي لفظن کي يا جملن جي ارٿ کي سنڌي ڪپڙا پهرائڻ جو هي منهنجو بلڪل پهريون تجربو آهي . ۽ سو بہ ، جڳ مشهور ليکڪا " امرتا پريتم " جي جڳ مشهور ناول کي - مون من جي سچائي سان اها ڪوشش ڪئي آهي تہ " امرتا " جي ٻولي جي نفاست سان ( ڪنهن حد تائين، نڀايان . مون ان ڪوشش ۾ ڪيتري قدر سڦلتا ماڻي آهي - اهو فيصلو تو کي ڪرڻو آهي .

" مون هيترن سارن ادبي ڪتابن مان هن ڪتاب کي ڇو چونڊيو؟ شايد اهو سوال- پکي تنهنجي سوچ- لامر تي اچي ويٺو هجي -...

سو، مانوارا پاٺڪ!

ڳالهہ هيءَ آهي تہ... ان جي اتر ۾، مان توکي مارڪيٽ ۾ آيل، دوست "طارق عالم " جي ناول " رهجي ويل منظر" جو حوالو ٿو ڏيان، جنهن جي مهاڳ جي شروعات ڪندي قربائتو سائين "عبدالقادر جوڻيجو" لکي ٿو تہ: "رومانس جي ڪهاڻي سڄي دنيا ۾ ساڳي آهي، جوان ۽ جوانڙي ڪٿي نہ ڪٿي ملندا آهن، پهرئين مرڪي هڪٻئي ڏانهن نهاريندا آهن. پوءِ ڳالهين ۾ ٿهي، هڪ ٻئي کي ويجهو ايندا آهن ۽ ٻين کان پري ٿيندا ويندا آهن ...."

.... ۽ "امرتا" جي هن ناول کي پڙهندڙ منهنجا سندر ساٿي! "مانواري عبدالقادر" جي مٿين ڳالهہ سان جتي مون کي اختلاف آهي ، اتي ساڳي سمي مون کي اهو پڻ ويساهہ آهي تہ هن ناول کي پڙهڻ پڄاڻان تون بہ اختلاف جي راءِ رکندين ... ڇو تہ: ڌرتيءَ تي وسندڙ هر مرد توڙي عورت

جا جيئڻ پنهنجا پنهنجا مسئلا ۽ پنهنجون پنهنجون ڪهاڻيون آهن، الڳ الڳ پوڙنائون ۽ پيڙائون آهن - هر ماڻهوءَ جا جدا جدا احساس آهن. ۽ خاص طور تي اڄوڪي دور ۾ هر ماڻهوءَ جي ڏک ۽ سک جا ڪارڻ مشترڪ نہ پر مختلف آهن، تيئن هر ماڻهوءَ جون پنهنجون پنهنجون محبتون، نفرتون آهن. هر ماڻهوءَ وٽ سندرتا جو معيار جدا آهي، هر ماڻهوءَ جي نيڻن جي گهرائي ٻئي کان مختلف آهي، پوءِ اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ : " رومانس جي ڪهاڻي هر هنڌ ساڳي هجي" مثال طور ، هن ناول جي نائڪا "انيتا" ، نائڪ "ساگر " سان "اڻ ڏٺو " پيار ٿي ڪري. ۽ نڪوئي ملي ، مرڪي ۽ پوءِ ٽا ٿهي هڪ ٻئي کي ويجهو اچن...."

—— ۽ دوست! مان سمجهان ٿو تہ هاڻ تو کي، پنهنجي سوچيل سوال جو اتر ملي ويو هوندو، تہ: هن ناول جي ٻين ناولن کان (تقريبن هر ڳالهہ ۾.) انفراديت جي ڪري ئي مون کي، هيءُ ڪتاب پڙهي ترجمو ڪرڻ لاءِ چوندڻو پيو.

هتي مان ساڳئي سمي مانواري " وليرام ولڀ" جو ٿورائتو آهيان،جنهن منهنجي پهرئين ترجمي تي هڪ نظر وجهي ٻوليءَ جي ڪن اوکن لفظن جو ارٿ سمجهايو ۽ ٿورائتو آهيان، "آڪر " جو، جنهن ناول کي ڇپرائي، پڌرو ڪيو. ٿورائتو تہ مان، دوست! تنهنجو بہ آهيان جو تون هيءُ ڪتاب ملهہ ڳنهي پڙهي رهيو آهين ۽ وڌيڪ ٿورا تڏهن ٿيندا جڏهن تون پڙهي، اسان جي چوندڙ ترجمي ۽ ڇپائيءَ تي رايو مڪندين.

ڏهين جولاءِ
اوڻويهہ سو پنجاسي
-- عرفان مهدي
هالا پراڻا سنڌ.

(١١)

انيتا، جڏهن ٻارڙي جو منهن ڏٺو، تہ کيس محسوس ٿيو : ڄڻ ڪنهن کيس خيالن جي گهري سمنڊ مان ڪڍي، ڪناري تي پهچائي ڇڏيو هجي. پاڻ اطمينان جو ساهہ کنيائين. وري کيس ائين لڳو ڄڻ پاڻ هڪ عورت ناهي پر اُن مڇيءَ سمان آهي، جيڪا پاڻيءَ مان ٻاهر اچي ڪناري تي تڙپي رهي هجي. پاڻ وري ٻارڙي جو منهن غور سان ڏٺائين هينئر کيس ائين محسوس ٿيو، ڄڻ ڪناري تي پيل هڪ مڇي آهي، جنهن تي ڪنهن هٿ سان، گهري پاڻيءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو هجي. کيس ساهہ آيو ۽ هن پاڻ محسوس ڪيائين تہ پاڻ مڇي نہ پر هڪ عورت آهي، جيڪا پاڻيءَ ۾ تري، غوطا ۽ ٽٻيون کائي رهي آهي.

انيتا سوچيو : نہ هوءَ پاڻيءَ جو جانور آهي ۽ نہ ئي زمين جي مخلوق ۽ گهبرائجي اکيون ٻوٽي ڇڏيائين.

انيتا جي مڙس، ڪمري ۾ اچي سندس مٿي تي هٿ رکيو تہ پاڻ گهبرائجي، اکيون کولي ڇڏيائين. پر هن محسوس ڪيو تہ، ڄڻ منجهس ايتري سگهہ نہ آهي جو پاڻ، پنهنجي مڙس جي اکين ڏانهن ڏسي سگهي يا شايد ان جي ضرورت ئي نہ سمجهندي هجي. پاڻ وري اکيون بند ڪري ڇڏيائين، مگر هڪدم هڪ خيال سندس پير جي ترين مان لنگهندو، سندس دماغ جي رڳن ۾ ڦهلجي ويو. هن پنهنجي اوڍيل چادر جو پلئہ ڇڏي ۽ پنهنجي ٻارڙي جو سنهن ڍڪي ڇڏيائين. ائين /جيئن ڪا سپي سپي سندر جسم کي ڍڪي ڇڏيندو آهي. جيئن ان کي ڪنهن جي نظر نہ لڳي وڃي يا جيئن ڪوئي پنهنجي جسم جي اسندر حصي کي لڪائيندو آهي، جيئن ان تي ڪنهن جي نظر نہ پئجي وڃي، پر سندرتا ۽ اسندرتا جو ڪو فرق سندس سمجهہ ۾ نہ آيو ۽ هن ٿڪجي پنهنجون اکيون ٻوٽي ڇڏيون.

انيتا، جو درد ڪاڻ ٽنڊڙ ۽ پڇڙ سنڌ سنڌ اجا ننڊ جي ڪومل بستري تي سڪون بہ نہ وٺي سگهي هو/جو پاڻ ڏٺائين تہ هڪ عورت آهستي آهستي اچي، سندس پيراندي وٽ ويهي رهي ۽ ساڄي پاسي سُتل سندس ٻارڙي

ڪي هڪ ئي جهٽڪي ۾ ڪٽي، وني لُوهه ڪيائين. انيتا جي سَرير ۾ هڪ
اڻڄاتي سڳهه پرجي آئي ۽ پاڻ پنهنجي ٿاٻڙجندڙ پيرن سان، ان عورت جي
پنيان ڊوڙي پئي.
"منهنجو ٻارا" انيتا رڙ ڪندي چيو.
تيز تيز قدمن سان ڊوڙندڙ عورت جا وار پاڳلن جيان اُڏامي رهيا هئا. ان نه
ته ڪا ورندي ڏني ۽ نه ئي پنيان، ڪنڌ ورائي ڏٺائين. انيتا جي اکين
اڳيان ڇڻ اونداهي ڇانئجي وئي، پر پاڻ پوري سگهه سان اکيون پوري
ڇڏيائين. ڌپ جي هڪ گرم لهر سندس رت مان لنگهي وئي، ته مٿان
سندس اکين ڪان، ان عورت جي پيرن جا نشان گم ٿي نه ويحن.
اڳيان، هڪ ويران، ميدان آيو، جتي نه ته ڪو وڻ ٽڻ هو ۽ نه ئي ڪو ڇپر.
انيتا جي اکين ڪان، ان عورت جي پٺ، غائب نه ٿي، سگهي، ان سان
گڏوگڏ، واري ۾ هن جا پير ايترو ته هيٺ ٿي هليا ويا، جو انيتا سان گڏ، ان
عورت جي ڊوڙڻ جي چال به ڍري ۽ سست ٿي وئي. هوءِ به انيتا جيان، چور
چور ٿي وئي هئي ۽ وڏا وڏا ساهه کڻي رهي هئي. پوءِ ٻارڙي جي روئڻ جو
آواز آيو. جيڪو شايد، ان عورت جي ٻانهن ۾ ضرورت کان وڌيڪ
سوڳهو ٿي ويو هو يا وري ٻڪ ڪان بي حال ٿي ريو هو. ان عورت جا پير
بيهي ويا ۽ هوءِ جتي بيٺي هئي، اتي ئي بيهي ٻارڙي کي ماٺ ڪرائڻ
جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.
انيتا، پنهنجي اکين سان ڏٺو ته، ان عورت پنهنجي قميص جا ٻيڙا کوليا ۽
واريءَ تي ويهي ٻارڙي کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي ڇڏيائين ۽ کيس
پنهنجي ٿڃ ڏارائڻ لڳي.
انيتا، وٽس پهچي وئي. ان عورت، هٿ جي اشاري سان کيس خاموش
رهڻ لاءِ چيو، ته جيئن ٻار ڌڇي نه وڃي ۽ اطمينان سان ٿڃ ڏائي سگهي.
انيتا، پنهنجي اکين سان ڏٺو ته سندس ٻار، ان عورت جو کير پي رهيو
آهي. چنڊ جو سهائو ٻارڙي جي ساڄي ڳل تي پئجي رهيو هو ۽ ٻارڙي جي
ننڍڙي وات مان وهندڙ کير جون بوندون، چنڊيون ڏسڻ ۾ اچي رهيون هيون.
"بيٺي ڇو آهين؟ ويهي رهه." ان عورت هوريان چيو ۽ انيتا کي اتي واريءَ
تي ويهڻ جو اشارو ڪيائين.

ٽڪ ڪان چور چور، انيتا ، واريءَ تي ويٺي ڪانہ، چڙ ڪري پئي.
"مون. . . .مون کان ڊڄي ڇو رهي آهين؟ مان تنهنجي ڪا دشمن تہ ناهيان."
ان عورت ميناج سان انيتا کي ڇيو ۽ ٻارڙي جي مٿي تي هٿ ڦيريندي سندس ننڍين وٽندڙ وارن کي سنوارڻ لڳي.
"تون منهنجي ٻار کي ڇو ڪٺي آئينءَ؟" انيتا، ڪاوڙ مان ڇيو ۽ دل ئي دل ۾ پنهنجي سرير جي سگهہ جو اندازو لڳائڻ لڳي تہ جي پاڻ ان عورت کان ٻارڙي کي کسي، ڀڄڻ چاهي تہ ڀڄي بہ سگهندي يا نہ. ان عورت کان ڪل نڪري وئي ۽ چوڻ لڳي، "ڇا چيئي؟"
"اهو ئي تہ تون منهنجو ٻار ڇو ڪٺي آئي آهين؟"
"ان لاءِ جو هي منهنجو ٻار آهي."
"نہ هي منهنجو ٻار آهي."
"انيتا! هرويرو هوا سان ڇو پئي وڙهين، تو کي پليءَ پت سڌ آهي تہ هي منهنجو ٻار آهي."
"پيڙائن سان پر تيل منهنجي جسم کي ڏس، پلي دنيا جي ڪنهن بہ دائي کي ڏيکار، هرڪا توکي ٻڌائيندي تہ هيءُ منهنجو ٻار آهي."
ان عورت هڪ اونهو ساهہ کنيو ۽ انيتا جي ڇهري ڏانهن ڏسندي چوڻ لڳي، "مون کي ڪنهن جي بہ شاهدي نہ کپي. هن دنيا ۾، ڪنهن جي بہ شاهدي، مون کان اهو نٿي ميرائي سگهي."
"پوءِ؟" انيتا پنهنجون اکيون ڦڙڪايون.
"مون کي رڳو تنهنجي شاهدي کپي، تنهنجي، پنهنجي شاهدي. تنهنجو جسم درد کان ڀڄي پيو آهي، اهو تون نيڪ ٿي چوين، پر منهنجي دل، منهنجي دل مان وهندڙ رت کي ڪير ڏسندو!؟"
"پر، رت ۽ ماس مان ٺهيل ٻار تہ جسم مان پيدا ٿيندو آهي، دل مان نہ."
انيتا مرڪيو، هن عورت بہ مرڪيو ۽ چوڻ لڳي :
"جيڪڏهن، اها ڳالهہ ٺيڪ آهي تہ پوءِ رات، جڏهن تنهنجو مڙس، هن ٻارڙي کي ڏسڻ آيو هو تہ، تو پاڻ کي اوڍيل چادر سان هن، ٻارڙي جو منهن ڇو لڪائي ڇڏيو هو؟"
انيتا، پنهنجون اکيون هيٺ ڪري ڇڏيون ۽ پوءِ چاندوڪيءَ ۾ ٻارڙي ڏانهن

ڏسندي، چوڻ لڳي، "تو، هن جي شڪل ڏٺي آهي؟"
"ڏٺي، ڇو ناهي، هيءَ تہ جنهن وقت کان پيدا ٿيو آهي، مان هن جي منهن ڏانهن ئي تہ ڏسان پئي، ڏسي ئي رهي آهيان، پردل ئي نٿي ڀرجي." ان عورت وراڻيو ۽ ٻارڙي جي منهن کي اڃا بہ چانڊوڪيءَ طرف ڪري ڇڏيائين، ٻارڙو ڪير پيو، اگهور ننڊ ۾ سمهي چڪو هو.
"تو، هن جي شڪل شبيهہ ڏٺي آهي؟" انيتا ٻارڙي جي اڃا وڌيڪ ويجهو سرڪي آئي ۽ چوڻ لڳي، "هن جو ڊگهو نڪ، ويڪرو نراڙ، هن جو ننڍڙو گول گول مٿو، هن جون وڏيون وڏيون اکيون، بلڪل...." انيتا سوچ ۾ پئجي وئي.
"ماڻ ڇو ٿي وئينءَ؟ بلڪل جهڙو؟" ان عورت ڪلندي، پنهنجي چپ کي چڪ پائيندي چيو.
"جهڙو ساگر!" انيتا گهبرائجي چيو.
ان عورت وڏو ٽهڪ ڏنو ۽ انيتا جو هٿ جهليندي چوڻ لڳي، "تو کي تہ سڌ آهي تہ تو اڄ تائين، ساگر کي ڇهيو بہ ناهي."
"اهو تہ مان بہ سوچيان ٿي...."
"ڇا دنيا جي ڪا بہ سائنس اهو مڃي سگهي ٿي تہ جسم جو جسم سان ڇهڻ کان سواءِ بہ ڪوئي ٻالڪ جنم وٺي ٿو سگهي؟"
"نہ."
"سائنسي ويچار کان تہ هي ٻار، رڳو تنهنجي مڙس جو ٻار آهي."
"رام پال سچديو جو ٻار!"
"پر، هن جي شڪل.....؟"
"هن جي شڪل ساگر سان ملي ٿي."
"تون پاڻ ئي ڏس."
"جڏهن تون اهو مڃين بہ ٿي، تہ پوءِ اهو بہ ڇو نٿي مڃين تہ هن ٻار جي پيدائش ۾ تنهنجي جسم جو ايڏو هٿ ناهي، جيڏو تنهنجي دل جو هٿ آهي. هيءُ ٻار تنهنجي آتما جي پيدائش آهي."
"ممڪن آهي."
"پوءِ، تون، مون سان ڇو ٿي مٿو هڻين، پنهنجي آتما سان ڇو نہ ٿي وڙهين؟"

"آنءَ، مان توسان وڙهان ڪانہ ٿي، ۽ مان اهو بہ مڃان ٿي تہ جيترو هن ٻار تي تنهنجو حق آهي، اوترو منهنجو ناهي، پر تون هن کي ڪٿي ڪيڏانهن وٺي رهي هئينءَ؟"
"مان ٻيو ڪيڏانهن وڃان ها! سوچيم تہ گهڙي پل لئہ ساگر کي هن جي شڪل ڏيکاري اچان."
انيتا، سنتل ٻارڙي جو مڪ چميو ۽ سندس ڳوڙها ٻارڙي جي نرڙ تي ٽپڪي پيا. "هي دنيا ڪڏهن بہ توکي ساگر جو پٽ نہ سمجهندي، دنيا تہ ڇا، خود ساگر بہ توکي پٽ ڪري نہ ليکيندو."
انيتا جي جڏهن اک کلي تہ پاڻ سڏڪا ڀري روئي رهي هئي. دائي، وڏي آواز ۾ گهر جي ڀاتين کي چئي رهي هئي. "ريم جي ڏهاڙن ۾ عورت کي هيڪلو ناهي ڇڏبو، ڏسو تہ سپني ۾ روئي رهي آهي."
٢

انيتا جون اکيون سارو ڏينهن، اهڙي طرح سڄيل ۽ ٽڪل ٽڪل رهيون، جڻ سندن پنبڻين تي رات واري سپني جو بار هجي ۽ جڏهن ٻي رات جي اونداهہ، سندس پنبڻين کي آهستي آهستي پنهنجي آڱرين سان سنواريو تہ سندس اکيون ڪجهہ هلڪيون ٿي ويون ۽ انهن اکين سان پاڻ، گذري ويل ڏينهن کي تصور ۾ ڏسڻ لڳي....
ڦوهہ جواني جي ٻانهن تي پڌل وقت ڏسڻي ڪڏهن ۽ ڪيئن خراب ٿي وئي، ان جي کيس سرت نہ هئي. کيس رڳو اها سرت پئي تہ اها وقت ڏسڻي، انيڪ ڏينهن کان، رات ويلي، پنهنجي رفتار کان سوڙهو تڪو ٿي هلي ۽ ڏينهن ويلي، سوڙهو آهستي، ان ڪري، کيس ڏينهن جو جيترو ٽڪ هجڻ کپندو هو. ان کان سوڙهو وڌيڪ ٿيندو هوس ۽ پوءِ مس وڃي رات ٿيندي هئي. رات جو کٽ تي ليٽندي ڪانہ هئي، پر ڪري پوندي هئي ۽ وري سڄي رات ۾ جيترو ٽڪ نهڻ گهرجي، ان جو سوڙهو حصو بہ نہ لهندو هوس تہ ترت ئي صبح ٿي ويندو هو، هوءَ کٽ تان اٿندي ڪانہ هئي، پر پنهنجي پاڻ کي ڇڪي، گهلي اٿاريندي هئي.
کيس ياد آيو تہ پاڻ تہ، روزانو پوري ويل تي وقت، ڏسڻي کي چاٻي ڏئي ڇڏيندي هئي. صبح جو اٿي پاڻ، پنهنجي مڙس لاءِ چانهہ ناهيندي هئي،

منجهند جو پاڻ ڪيس وقت تي ماني اماڻيندي هئي، پوءِ وري پنهنجي سس جو، يا نڙان جو ڪو ڪپڙو سبندي هئي ۽ رات جو، ميز اڳيان وينل پنهنجي نيڪيدار مڙس ۽ سندس دوستن جون، ڏهاڙي وڌندڙ مهانگائيءَ ۽ ڪاريگرن ۽ مزدورن جي ڪم چوريءَ جون ڳالهيون ٻڌندي هئي، پر اهو سڀ ڪجهه ڪندي ۽ ٻڌندي هڪڙي پاڻيٺ سندس پيرن ڪان چڙهندي هئي، جيڪا مٿي ٿيندي سندس گوڏن مان ٿيندي، سندس ڇاتيءَ مان لنگهندي، سندس زبان تي ، ڪنن ۾ ۽ سندس دماغ جي رڳن ۾ ڄمي وئي هئي، هوءَ ڳالهائڻ به گهٽ لڳي هئي ۽ ٻڌڻ به گهٽ لڳي هئي.
رت، بدلجڻ جون ڳالهيون ٿينديون هيون پر سندس ڪنن کي ڪا ڳالهه به نه ڇهندي هئي، ڪيس اجا به ياد هو ته هڪ لڳان، سندس مٿي ۾ ڏاڍو سور پيو هو پاڻ ليٽي پئي هئي. سندس سس ڪانئس پڇيو هو ته ڇا ۾ سور آهي؟ هن ڳالهائڻ چاهيو، پر ڳالهائي نه سگهي. ان ڪري نه ته ڪو سور جي ڪري پاڻ ڳالهائي نٿي سگهي، پر فقط ڳالهائڻ جي هلاڪيءَ ڪان بچڻ لاءِ، پاڻ ائين ڪيو هئائين ۽ پوءِ سندس سس پاڻ ئي اندازو لڳائي، ڪيس پيٽ جي سور جي پڙي ڪائڻ لاءِ ڏني هئي. هن مات ميٽ ۾ پڙي ته ڪائي ڇڏي پر پنهنجي زبان تي ڳالهائڻ جو زور نه وجهي سگهي هئي.
ائين به ڪونه هو ته ڪو ڪيس، پنهنجي مڙس ڪان ڪا شڪايت هئي يا سندس مٽن مائٽن پاران ڪو ڏک پهتو هئس، رڳو ائين هو جو ڇڻ ڪنهن مسافر جي ٻيڙي، ڇولين جي وهڪري ۾ ڪنهن اهڙي جڳهه تي اچي پهتي هجي، جتي جي رهواسين کي اهو مسافر سڃاڻندو ئي نه هجي، جن جي ٻولي به اهو مسافر نه سمجهندو هجي. بس اکيون ڦاڙي اهو هر طرف ڏسندو ئي رهندو هجي ۽ ڪيس اها به سڌ هئي ته جڏهن ڪنهن ڇوڪريءَ جي وهانءَ جي ٻيڙي، ڇولين جي وهڪري ڪري، ڪنهن جڳهه تي اچي پهچندي آهي ته ان ڇوڪريءَ کي، ان مسافر کي، بس اتي رهڻو پوندو آهي ۽ پوءِ ان ٻيڙيءَ کي ڪنهن به خيال جو ونجهه لڳائڻ جي منع ٿيل هوندي آهي. انهيءَ ڪري ئي، پاڻ ڪڏهن به ڪنهن ونجهه ڏانهن اک کڻي به نه نهاريو هئائين. فقط، رات جو جڏهن هوءَ سمهي رهندي هئي ته ڏسندي هئي ته، "پاڻ آهستگيءَ سان ڪٽ تان اٿي بيٺي آهي. هٿن سان،

پٽين ۽ دروازن کي ھٿوراڙيون ڏيندي، سوڙھين گھٽين ۽ بند بازارين مان لنگھي رھي آھي ۽ پوءِ گھرن جون قطارون ختم ٿي وينديون ھيون ۽ ھو ڪچين، ويران راھن تي ھلڻ لڳندي ھئي ۽ پوءِ وري ٻنين جا پيچرا شروع ٿي ويندا ھئا. ويران ميدانن جي ڊوڙ شروع ٿي ويندي ھئي ۽ ھوءِ ٽڪجي ڏسندي ھئي تہ شھر جا ماٺھوسندس پٺيان پٺيان ڊوڙندا پيا اچن. ھوءِ پيرين اگھاڙي، تيزيءَ سان ڊوڙڻ لڳندي ھئي. پٺيان، ماٺھن جو گوڙ وڌندو ويندو ھو ۽ ويجھو بہ ٿيندو ويندو ھو. ھوءِ پنھنجي پوري سگھہ لڳائي ڇڏيندي ھئي ۽ آخر ۾ نديءَ ڪناري پھچي ويندي ھئي. سندس پٺيان، ماٺھن جي ٿھڪن جا آواز ايندا ھئا ۽ ان سان گڏ ٻڌڻ ۾ ايندو ھوس،
"ھاٺي، اڳيان ڪيڏانھن ويندينءَ؟"
گھبرايل انيتا، ڪناري تان پير کٺي، مٿي متي درياءَ جي ڇاتيءَ تي رکي ٿي ڇڏي ۽ پوءِ پاڻ عجب مان ڏسي ٿي تہ سندس پير پاڻيءَ تي اٽين رکيل آھي، ڄڻ ڪنھن تمام نرم ۽ ٿڌي بستري تي رکيل ھجي. ھوءِ پنھنجو ٻيو پير بہ پاڻيءَ تي رکي ٿي ڇڏي ۽ پوءِ انتھائي اطمينان سان ھلڻ ٿي لڳي. ڪناري وارو ھجوم ڪناري تي ئي رھجي ٿو وڃي. پر ڪنھن جي ايتري ھمٿ نٿي ٿئي جو ان درياھہ ۾ پير وجھي، سندس پيڇو ڪري سگھي، ھوءِ سپني جي ڇنبي مان نڪري، ھلي ٿي وڃي ۽ ھلندي ئي ٿي وڃي......
کيس ياد آيو تہ جڏھن پاڻ سجاڳ ٿيندي ھئي تہ پنھنجي پيرن کي ھٿ لائي، ڇھي ڏسندي ھئي، پر سندس پير ٿوروڙو بہ پڇيل نہ ھوندا ھئا ۽ انھن تي، ڪٿي بہ، واٽ جي ڌوڙ لڳل نہ ھوندي ھئي.
پھريائين تہ، ھوءِ ان سپني کان ڊڃي ويندي ھئي ۽ پنھنجي پاڻ سان ھڪ ڊگھو بحث شروع ڪري ڇڏيندي ھئي. ڄڻ سندس جسم ۾ ھڪ نہ، پر ٻہ جانيون ھجن. ھڪ نہ، ٻہ عورتون ھجن. ھڪڙي، جنھن جو نالو انيتا ھو، جيڪا شري ڌرم پرڪاش آنند جي ڌيءَ ھئي. شري رام پال سچديو جي ونی ھئي، جنھن جي ذات ھندو ھئي. ديش ڀارت ھو ۽ جنھن سان انيڪ پابنديون ۽ قانون لاڳو ھئا ۽ ٻي جنھن جو نالو عورت کان سواءِ ٻيو ڪجھہ بہ نہ ھو، جيڪا ڌرتيءَ جي ڌيءَ ھئي ۽ آڪاش کي محبوب ۽ ساجن بنائڻ

جي آشا رکندي هئي. جنهن جو مذهب پريم هو، ديش "دنيا" ۽ جتهن سان "تلاش" کان سواءِ ٻي ڪا بہ پابندي يا قانون لاڳو نہ هو.
۽ پوءِ، آهستي آهستي پاڻ آن سپني جي هيراڪ ٿيڻجي وئي، اهو سپنو سندس معمول ٿي ويو. صبح جو اٿي سنان ڪرڻ جهڙو معمول، منجهند جو اٽو ڳوهي، ماني پچائڻ جهڙو معمول ۽ پوءِ رات جو پنهنجي پتي، پنهنجي ور جو آواز ٻڌي، ڪيس ويجهو ٿيڻ جهڙو معمول-
پوءِ ان سپني ۾ ڪجهہ ٻيو بہ اچي شامل ٿيو هو، ڪيس نديءَ جي ٻيءَ پر هڪ ٻت جي موجوده هجڻ جو احساس ٿيڻ لڳو. هن، ان ٻت کي ويجهو ٿي، ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو. ان ڪري، هوءَ ڪيس سڃاڻندي ڪانہ هئي. هوءَ رڳو ڊگهو قد سڃاڻندي هئي ۽ سندس ويڪري پٺي ۽ ان جو چهرو، پنهنجي طرف ٿيندي ئي سندس ننڊ، ٽٽي پوندي هئي ۽ اک کلي پوندي هئي.
۽ پوءِ ان سپني ۾، هڪ واڌ ٻي بہ ٿي، پاڻ ان ٻت کي ڳالهائيندي ٻڌڻ لڳي هئي. پر ائين، جيئن ڪوئي، وڏي ڏيان سان ڪجهہ پڙهندو هجي، اهو ڪو، چتر هو يا ڪوئي ڪتاب، ڪا عبادت هئي يا دعا؟ ڪيس ڪابہ سڌ نہ هئي، ڇو تہ سندس ڪنن ۾ ڪوبہ لفظ داخل نہ ٿيو هو، رڳو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو. هڪ ڳنڀير ۽ گهرو آواز، ڄڻ ڪنهن جبل جي غار مان نڪرندڙ جهرڻي جو آواز!
۽ پوءِ هڪ واقعو پيش آيو، هڪ لڳان، پاڻ ڪنهن دعوت ۾ ويل هئي. اتي هڪ ماڻهوءَ جي پٺ تي سندس نظر پئجي وئي هئي. هوءَ ڪيترو ئي وقت، ان جي پٺيان بيٺي رهي، پوءِ جڏهن ماڻهن ان شخص کي فرمائش ڪئي تہ هن هڪ گيت ٻڌايو هو، هن جو نانءُ ساگر هو.
هن پنهنجي چپ کي چڪ پائي، ٻڪ ۽ خاطري ڪئي هئي تہ اهو سپنو نہ پر سپني جهڙي ساپيان هئي. ساڳيو آواز هو، ڳنڀير ۽ گهرو آواز، ڄڻ ڪنهن جبل جي غار مان نڪرندڙ جهرڻي جو آواز ۽ پوءِ پاڻ جيڪو چهرو ڏٺائين، اهوئي چهرو سندس سپني ۾ بہ اچڻ لڳو هو. جيڪو نانءُ ٻڌو هئائين. اهو نانءُ، پاڻ، پنهنجي ٻت جو بہ رکي ڇڏيائين.
پوءِ جڏهن، هڪڙي انيتا، پنهنجي مڙس وٽ ويٺي هوندي هئي تہ ٻي

انيتا، ساگر وٽ وينل هوندي هئي. اها ٻي ڳالهه آهي تہ جنهن انيتا وٽ شرير نہ هو، ان کي ڪير بہ نہ ڏسي سگهندو هو.
پهريائين تہ هڪڙي انيتا، ٻي انيتا سان اٽڪي پوندي هئي، وڏا وڏا جهيڙا ڪري ويهندي هئي، ڊگها ڊگها بحث شروع ڪري ڏيندي هئي ۽ ٻي انيتا، ڪڏهن روئي ۽ ڪڏهن ڪلي کٽي چيڙي ڪندي هئي، پر ٻي انيتا جو من ايترو ڪومل هوندو هو، سندس ڳوڙها ائين وهندا هئا، سندس لفظ، ايترا تہ پيڙائتا هوندا هئا، جو پهرين انيتا کي مٿس پيار اچڻ لڳو هو. پوءِ اها ڳهري، سکيءَ سمان، ڪڏهن ڪڏهن وٽس ويهي بہ رهندي هئي.
هڪ لڳان، هوءَ ائين ئي ويٺي هئي تہ هن آهستگي سان پڇيو هوس :
"نيٺ اهو ساگر تنهنجو ڇا ٿئي؟"
"خبرناهي."
"ڪجهہ بہ نہ ٿئي؟"
".....شايد ڪجهہ بہ / نہ."
"شايد ڇو؟"
"ان ڪري جو سڀ ڪجهہ ٿئي."
"هڪ ڳالهہ ڇوانءِ"
"چئہ."
"اڏيڪار ٿيندو آهي، سپنڌ سان ۽ سپنڌ ٿيندو آهي شرير سان."
"ها."
"تو وٽ ڪو بہ شرير ناهي، هن شرير جي تخت تي فقط منهنجي حڪومت آهي ۽ جيئن تہ مان وڏي آهيان، ان ڪري منهنجي جيئري تون، ان تخت تي نٿي ويهي سگهين."
"اهو مان مڃان ٿي تہ مون وٽ ڪو شرير ناهي، اهو شرير، جنهن وٽ پير هوندا آهن، پيرن اڳيان واٽ هوندي آهي ۽ واٽ جي اڳيان ماڳ هوندو آهي."
"اهوئي تہ مان بہ چوان ٿي تہ تنهنجو ڪوبہ ماڳ ناهي."
"شايد ڪوبہ ماڳ ناهي."

"وري بہ شايد.....تون هر ڳالھہ تي شايد چو ٿي چئين؟ تنهنجي ان شايد کان مون کي پوڻ ٿو ٿئي."
"توکي ڇو ٿو پوڻ ٿئي؟"
"اهو ٿي تہ....تون منهنجي رعيت ٿي ڪري، ڪٿي مون کان باغي نہ ٿي وڃين."
"تون سمجهن ٿي تہ، مان توکان شرير جو تخت کسي وٺنديس؟ ۽ ان شرير جي سکھہ سان، مان ساگر کي حاصل ڪري وٺنديس؟"
"تنهنجي زبان، ڪيتري نہ ڏکھي ٿي وئي آهي."
"پر....تون چاهين ٿي تہ جيستائين تون منهنجي زبان کي ڪجھہ لفظ اڌارا نہ ڏينديءَ، تيستائين منهنجي زبان جو ڪوبہ ڪارج ناهي، معنيٰ لفظن مان نڪرندي آهي ۽ تنهنجي زبان جا هڙئي لفظ، تنهنجي وس ۾ آهن."
"مان توکي ڪڏهن بہ لفظ اڌارا نہ ڏينديس."
ان ڏهاڙي، پاڻ جيڪي ڳالهيون پيار مان شروع ڪيون هئائين، تنگ ٿي بند ڪري ڇڏيائين ۽ پوءِ پاڻ انيڪ ڏهاڙا، ان ئي انيتا سان نہ ڳالهايو هئائين، پر وري هڪ ڏينهن پاڻ، ان ئي انيتا کي پنهنجي گوڏن وٽ ويهاريو ۽ چيو:
"آخر تون گونگن جيان منهنجي منهن ۾ گهور ڪري ڇا پئي ڏسندي آهين؟"
"ماٺهو ڇون ٿا تہ گونگن جون ڳالهيون، ماءُ، پيءُ جي سمجھہ ۾ اچي ٿيون وڃن. جيڪڏهن ٻيو ڪير منهنجو ڪجھہ نٿو ٿئي، تون تہ منهنجي ڪجھہ ٿئين ٿي."
"تون چاهين ڇا ٿي؟"
"مان چاهيان ٿي تہ تون هڪ ڏينهن ساگر کي گهراءِ."
"تون، ان کي ڇا ٿي چوڻ گهرين؟"
"ڪجھہ نہ، ڇو تہ مان ڪجھہ چئي ئي نٿي سگهان، اهو مان چاهان ٿي تہ تون مون کي پنهنجي زبان جا لفظ ڪڏهن ڪانہ ڏيندينءَ؟"
"پوءِ، تون ڪيس ڏسي، ڇا ڪندينءَ؟"
"ڪوئي چنڊ ۽ سج کي ڏسي ڇا ٿو ڪري."

"چنڊ ۽ سج، ڪڏهن به هٽ نٿا اچن."
"جن کي هٽ، هوندا آهن، اهي ان ڳالهه کي سوچيندا، مان ڇو سوچيان؟ منهنجا ته هٽ ئي ناهن."
هن هڪ لڳان پنهنجي هٿن ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ هن بي انيتا کي چيو،
"اها به، ڪڏهن آس نه رکجان ته ڪو مان ڪنهن ڏينهن توکي پنهنجا هٽ ڏيئي ڇڏيندس."
"تون ، مون کان ايترو ڊڄين ڇو ٿي؟ مون، ڪڏهن توکي ڪجهه چيو آهي ؟؟ "
"چڱو، مان هڪ لڳان، ڪيس سڏائيندس، رڳو هڪ لڳان، وري ڪڏهن نه!"
"تنهنجي مرضي"
پوءِ هن، هڪ لڳان ساگر کي ۽ سندس دوستن کي شام جي چانهه تي سڏايو هو. ساگر آيو هو، بيا ماڻهو به آيل هئا ، ۽ چانهه پيئندي، هڪ دلچسپ سوال اٿيو هو. سوال هو ته ڪنهن کي، ڪيتريون ٻوليون ٽيون اچن؟ جنهن کي جيترين ٻوليون ايندڙيون هجن. اهو، هڪ ڪاغذ تي، اوترين ئي ٻولين ۾ اڄ جي ميزبان جو نالو لکي ڏيکاري، ساگر جي هڪ دوست اها رٿ ڏني هئي.
ڪنهن انيتا جو نالو ٻن ٻولين ۾ لکيو، اڙدو ۽ انگريزيءَ ۾ /ڪنهن ٽن ٻولين ۾. پنجابي، اڙدو ۽ انگريزيءَ ۾ / ڪنهن چئن ٻولين ۾ . هندي، پنجابي، اڙدو ۽ انگريزيءَ ۾ . هڙئي مهمان اتر هندستان جا رهواسي هئا. ان کان وڌيڪ ٻوليون ڪنهن کي به نه اينديون هيون. رڳو ساگر جو هڪ دوست اهڙو هو، جنهن کي فرانسيسي به ايندي هئي. ۽ اهوئي هن وقت سڀ کان گوءِ کٽي رهيو هو. پوءِ ڪاغذ جڏهن، ساگر اڳيان رکيو ويو ته هٽ ۾ جهليل قلم سان ڪيڏندي، ساگر چيو:
"مان ته ڪا به ٻولي نٿو ڄاڻان "
۽ ساگر هوريان چيو: "دل جي ڪا به ٻولي نه هوندي آهي." هوءَ ڏڪي ويئي هئي ۽ جڏهن ساگر ۽ سندس دوست هليا ويا، ته پاڻ، سخت ڪاوڙ مان، هن بيءَ بي سهارا انيتا ڏانهن ڏسندي چيائين:
"هيءَ سچو تنهنجو ڏوهه آهي، تو ٻڌو، ساگر ڇا چيو هو؟"

"جيڪو ڪجهه به چيو، ان ئي چيو، مون ته ڪجهه به نه چيو."
"تون، ڪنهن ڏهاڙي، خبر ناهي ڇا ڪندينءَ."
"مان ڇا ڪنديس؟- مان ڪجهه ڪري ئي نٿي سگهان."
"پر منهنجي هڪ ڳالهه ٻڌي ڇڏ. مان هاڻ ساگر کي ڪڏهن، ڪا نه سڏائينديس."
"تنهنجي مرضي."
"مان سچ ٿي چوان، مان هاڻ ڪيس ڪڏهن ڪا نه سڏائينديس."
"نه پوءِ نه ساگر هتان وڃي ڇڪو آهي، ۽ ڪيس هتي ڪڏهن ناهي اچڻو، نه پوءِ تو ڪي، مون کان پڙ ٿيڻ نه ڪپي، بي ڊپي ٿي، مون کي ڪجهه گهڙين لاءِ پنهنجا هٿ ڏيئي ڇڏ."
"اهو ڇا لئه؟"
"ائين ئي، مان انهن سان ٿورڙو کيڏنديس."
"تون مون کي ڇنو ڇو نٿي ٻڌائين؟"
"مان انهن هٿن سان ساگر کي ڇهي ڏسڻ ٿي چاهيان."
"پر، ساگر نه وڃي ڇڪو آهي."
"ڪا ڳالهه ناهي، اهي شيون جن کي سندس هٿن ڇهيو هو، هتي پيئون آهن، انهن شين کي هٿ لائي ڏسڻ ٿي چاهيان."
"منهنجي خيال ۾ تون پاڳل ٿي ويئي آهين."
"جي، تنهنجو اهو ئي خيال آهي، ته پوءِ تون مون کان ڊڄين ڇو ٿي؟ پاڳلن کان ڇا جو پڙ ، ڪو ئي ڊڄي ته عقلمندن کان ڊڄي."
هن حيران ٿيندي، پنهنجا هٿ، ڀيءَ انيتا کي ڏيئي ڇڏيا ۽ ان انيتا، ميز تي رکيل، ساگر جي پيتل چانهه واري پيالي ٻنهي هٿن ۾ کنئي ۽ ان ۾ بچيل ٿڌي چانهه جو ڍڪ پري، کيس چيائين:
"جي مان پاڳل به ٿي ويئي آهيان، ته تنهنجو ڇا ويو، پر توکي ڪهڙي خبر ته اڄ مون ڇا پيتو آهي."
"ڇا پيتو آهي؟" هن هڪ ئي ساهه ۾ پڇيو.
"جنهن کي پيئڻ کان پوءِ، ڪو ئي مري نٿو سگهي."
"نه ڇا تون، هاڻ مري نٿي سگهين؟"

"فقط، اهوئي نہ، تہ مري نتي سگهان، پر مان جوان بہ هميشہ ائين ئي رهنديس. ورهيہ لنگهي ويندا. تنهنجي جواني گذري ويندي، تنهنجي منهن ۾ گهنج پئجي ويندا. تنهنجي هنن وارن جي ڪارڻ، ڏوپچي ويندي، پر مان ائين ئي هونديس. هن ئي طرح جوان ۽ سندر."
هن جلدي ڪري پنهنجا هٿ، ان ٻي انيتا کان کسي ورتا. پر ان انيتا ڪي هاڻ، ڪا بہ ڪاوڙ نہ هئي، ان تہ، هن دنيا جي ڪنهن اهڙي شي ڪي چکي ڏٺو هو، جيڪا پاڻ ڪڏهن بہ نہ چکي هئائين.
پوءِ ڪيترائي ڏينهن لنگهي ويا. بلڪل ماٺ ميٺ ۾. پاڻ چڻ ٻيءَ انيتا کي ڏسڻ ئي ڇڏي ڏنو هئائين. پاڻ گهر جي ڪم ڪار ۾ رڌل رهندي هئي. هوءَ هلندي هلندي بہ ڪو نہ ڪو ڪم ڪرڻ لڳي ويندي هئي. ڪم، سندس لاءِ ايترا نہ هئا، جيترو پاڻ ڪمن لاءِ هوندي هئي. ۽ جڏهن شرير ۾ سگهہ نہ هوندي هئي، تہ ڍنل هرڻيءَ جيان ننڊ جي غار ۾ گهڙي ويندي هئي. وري ننڊ بہ ڪيس منٽ ڪرائڻ لڳندي هئي، هوءَ ڪيترو ئي وقت ننڊ کي سڏڙا ڪندي هئي، ۽ پوءِ ضد ۾ اچي پاڻ، ننڊ جون گوريون کائڻ شروع ڪيون هئائين. ننڊ جون گوريون کائي کائي، سندس دماغ ايترو تہ ڳرو رهڻ لڳو هو، جو ان جي وزن کان، سندس ڳچي ۾ ور پئجي ويندا هئا، سندس سينٽيل، چڪيل (آڪڙيل) ڳچيءَ جي هيٺان ۽ سندس ڪلهن ۾ سور پوڻ لڳو ۽ ڪلهي جو اهو سور، سندس پٺيءَ جي هڏيءَ ۾ لهڻ لڳو هو.
هڪ ڏينهن رُت ۾ آندمانڊ متل هئي. هوا پٽڪندي لڳي رهي هئي. ڪڏهن تہ ائين پئي ڀاسيو، تہ چڻ اها وڏا وڏا سڏڪا پئي ڀري. هوءَ، ٿڪي ٽٽي، پنهنجي کٽ تي ليٽيل هئي. اها، سنجها ويل هئي، سندس مڙس اڃا ڪلب کان نہ وريو هو. دروازي تي ٺڪ ٺڪ ٿي، ۽ سندس نوڪر، اندر اچي چيو: "ڪو صاحب، ملڻ آيو آهي."
"۽ تو، چئي چو نہ ڇڏيس تہ صاحب، اڃا ڪلب کان نہ وريو آهي."
"هو صاحب سان ... ... توهان سان ملڻ گهري."
"مون سان؟"
"وچ، وري نالو پڇي اچ."

۽ نوڪر موٽي اچي چيو هو: ”ساگر“
انهيءَ لفظ، سندس سموري ساهه ڪي پنهنجي مٺ ۾ جهلي ورتو ۽ ڪيس محسوس ٿيو تہ چڻ پاڻ، ننڍ جي هڪ گوريءَ بدران، اڄ تمام گهڻيون گوريون کاڌيون هجنس. ۽ هاڻ سندس هوش ختم ٿي رهيو هجي، سندس حواس شايد قابوءَ ۾ نہ اچي سگهن ها! پر هوءَ ٻي انيتا، ڪانئس وڌيڪ هوش ۾ هئي.
هوءَ تڪڙ ۾ اُٿي آرسيءَ اڳيان ويئي، ٿورو وارن ڪي سنواريائين ۽ پوءِ ٻاهر واري وڏي ڪمري ۾ آئي.
”اُن ڏهاڙي، توهان جو قلم غلطيءَ ڪان مون وٽ رهجي ويو هو“، ساگر چيو ۽ قلم ڏانهس وڌائي ڇڏيو.
هن جي من ۾ انيڪ ڳالهيون اُڀريون: منهنجو هيءُ قلم، ڪيترو نہ پلو آهي، جيڪو اهڙي غلطي تہ ڪري ٿو سگهي، توهان جو ڇا خيال آهي ساگر!؟ ڇا غلطي ڪرڻ، سوڪي ڳالهہ هوندي آهي؟ قلم ۽ عورت ۾ وڏو فرق هوندو آهي ساگر!... ۽ وري هن دنيا ۾ هر ڪو ئي غلطي ڪري ٿو سگهي. پر هن اڀاڳي عورت ڪي غلطي ڪرڻ جو بہ حق ناهي هوندو- ڪڏهن ڪڏهن تہ جاندار شين ڪان بي جان شيون بہ سٺيون ٿيون ٿين- پر هن انهن ڳالهين مان ڪا بہ ڳالهہ نہ چئي، رڳو ايترو چيائين:
”هن قلم جي دل چيو هوندو، ڪو گيت رچڻ، لاءِ ان لاءِ هيءُ توهان سان گڏ ئي هليو ويو، هيءُ ويچارو جتي رهڻ چاهي ٿو. اتي ئي رهڻ ڏيوس نہ!“
۽ ساگر، پنهنجو قلم وارو هٿ ڏسندي چيو: ”مان سچ پچ بہ، انهيءَ سان هڪ نظم لکي رهيو هوس، ان ڪري ايترو وقت واپس ڪرڻ نہ آيو هوس.“
”مون ڪي پاڻ تہ جيون ۾ ڪڏهن بہ، ڪجهہ ناهي لکڻو، اهي ئي ڪٿي سمجهنديس تہ دنيا جو هڪڙو گيت جنهن مس مان لکيو ويو هو، اها مس، منهنجي قلم جي هئي.“
نہ ڄاڻ، اها ڳالهہ پاڻ ڪيئن چئي ويئي، ۽ پوءِ اها ڳالهہ چئي، هن پنهنجي زبان، پنهنجي ڏندن هيٺان ڏيئي ڇڏي.
”پوءِ تہ هڪ مس جي شيشي بہ ڏيئي ڇڏيو، مان جڏهن بہ گيت لکندس، ان

ٿي مس سان لکندس."
ساگر ڇيو ۽ هٿ وارو سگريٽ ميز تي رکيل رک-وٽيءَ ۾ وسائي، سندس منهن ڏانهن ايترو تہ وياڪلتا مان ڏنائين جو انيتا کي لڳو تہ: پاڻ ڇڻ، هڪ عورت نہ، پر هڪ سگريٽ هئي، جنهن کي ساگر پنهنجي هڪ ٿي نهار سان دکائي ڇڏيو هو.
"تہ پوءِ مس ڪا نہ ملندي؟ مان وڃان! " ساگر ڇيو ۽ ٻاهر واري دروازي ڏانهن مڙيو، دنيا جا مڙيئي لفظ گڏجي سندس ڇپن تي ٽڏن پٿرن جيان ڄمي ويا. جي ڪو انهن ٽڏن پٿرن کي گڏ ڪري ها ۽ انهن کي وري لفظن جو ويس ڏيئي سگهي ها تہ اهو هن جي ڇپن کي پڙهي سگهيو ٿي.
"مان هڪ عورت نٿي رهڻ گهران، مان مس جي هڪ شيشي ٿي ڀڄڻ گهران."
ساگر هليو ويو- هوءَ اتي جو اتي ويٺي رهي، ان ڏينهن کان پوءِ پاڻ انيتا نہ رهي هئي، هڪ دکيل سگريٽ ٻڄي ويئي هئي، ساگر ان سگريٽ کي دکائي تہ ڇڏيو هو. پر ڪيس پيئڻ جو حق نہ ڏنو ۽ ان ڏهاڙي کان پوءِ انيتا کي محسوس ٿيڻ لڳو تہ سندس جيون مان ڄڻڪو ٻنهي نڪري رهيو آهي، اهو ساگر جي ساهن سان ملڻ بدران، ائين ئي هوا ۾ ضايع ٿي رهيو آهي.
ها! ان ڏينهن کان پوءِ، سندس، هن ٻي انيتا سان نہ ڄاڻ ڪيئن پرچاءُ ٿي ويو، ٻيئي هڪ جان ٿي ويئون. ٻيئي هڪ ٻئي جا ڳوڙها اگهي ڇڏينديون هيون. ٻئي هڪ ٻئي جي ڪن ۾ پنهنجي دل جي ڳالهہ ڪري ڇڏينديون هيون. پر ان انيتا، ٻيءَ کي ڪڏهن بہ هٿ پير نہ ڏنا. جن سان هلي هوءَ ساگر رت وڃي سگهي ۽ هن جيون سفر ۾ ساگر جو هٿ جهلي سگهي، باقي، جڏهن هو پاڻ ۾ ٻيئي نويڪليون ويهنديون هيون تہ هڪ ٻئي جو سڀ ڪجهہ پاڻ ۾ ورهينديون هيون. اهو گهرو سٻنڌ ان ڏهاڙي کان شروع ٿيو هو، جنهن ڏهاڙي ساگر پنهنجي هٿ وارو سگريٽ، ڪمري جي رک- وٽيءَ ۾ وسائي هليو ويو هو. انيتا، ڪمري جا هڙيئي دروازا بند ڪري ڇڏيا هئا، ۽ رک- وٽيءَ ۾ وساميل سگريٽ رت ائين ويهي رهي هئي، ڄڻ ڪنهن ٻي بها شيءِ جي رکوالي ڪندي هجي. انيتا کي ياد آيو تہ :

ساگر جي واپس وڃڻ کان پوءِ پاڻ ماچيس جي تيلي ٻاري، سگريٽ جي ان وساميل ٽوٽي کي دکايو هئائين تہ کيس ائين محسوس ٿيو هو، ڄڻ ان سگريٽ جي دونهن مان، ساگر جي ساهن جي سڳنڌ ايندي هجي.
ان ڏهاڙي کان پوءِ، هوءَ ڏينهن ۾ هڪ لڳاتار ضرور پنهنجو ڪمرو بند ڪري ويهڻ لڳي هئي. پاڻ انيڪ سگريٽن جا پاڪيٽ ملھ ڳنهي پنهنجي الماڙيءَ ۾ رکي ڇڏيا هئائين. هوءَ نيم پٽاندر هڪ سگريٽ دکائيندي هئي، ۽ پوءِ ان جي دونهين ۾، ساگر جي ساهن جو تصور ڪندي هئي.
سندس اهو نيم ائين بڻجي ويو هو، جيئن ڪنهن جي جيون ۾ عبادت نيم بڻجي ويندي آهي.
ڪڏهن کيس ائين بہ محسوس ٿيندو هو، تہ کيس، ڪنهن جو تمام گهڻو قرض چڪائڻو هو. ۽ اهو نيم، ائين ئي هو،ڄڻ هوءَ قسطن ۾ ڪنهن جو قرض لاهي رهي هجي. ۽ پوءِ کيس پنهنجي ڪراڙي ڏاڏي ياد اچي ويندي هئي. جيڪا هميشہ ماني کائڻ وقت، هڪڙو گرهہ ڪنهن ڍڳيءَ لاءِ بہ رکي ڇڏيندي هئي. ۽ انيتا سوچيندي هئي تہ وقت جي بدلجندڙ نئين روپ سان گڏ شايد ان گئو گراس جو روپ بہ بدلجي ويو آهي.
جڏهن هوءَ سگريٽ دکائيندي هئي تہ اوچتو کيس "الہ دين جي چراغ" جو خيال اچي ويندو هو: دونهين جي سنهڙي بادل مان ساگر جو بت اڀري ايندو هو، ۽ انيتا کي " الہ دين جي چراغ" مان نڪرندڙ "جن" جو خيال اچي ويندو هو. پاڻ ڪهاڻين ۾ پڙهيو هئائين تہ : "جن" جڏهن چراغ جي دونهين مان ظاهر ٿيندو هو تہ اهو "الہ دين" جي اڳيان هٿ ٻڌي بيهي رهندو هو. ۽ پڇندو هو : "ڇئہ، منهنجا مالڪ! مون لاءِ ڪهڙو حڪم آهي؟"
انيتا محسوس ڪيو تہ، ساگر بہ ان جن جيان، سندس سامهون نمودار ٿيڻ لڳندو هو. فرق رڳو اهو هو تہ، هوڏانهن اهو "الہ دين" جي اڳيان هٿ ٻڌي بيهندو هو، ۽ هتي پاڻ "الہ دين" کي يعني انيتا کي پنهنجي جن اڳيان هٿ ٻڌي بيهڻو پوندو هو.
کيس محسوس ٿيندو هو تہ ڄڻ ساگر، ڪانئس پڇي رهيو هجي:
"تہ، مون کي ڪهڙي ڪارڻ سڏيو؟"

"ٻه منٽ منهنجي نيٽڻ اڳيان ترس، بس ان کان وڌيڪ مان ٻيو ڪجهه نٿي گهران. مان تو کي ويهڻ لاءِ به نٿي چوان، ڇو ته هيءُ پرايو گهر آهي. هيءُ، جيترو تو ڪاڻ اوپرو آهي، اوتروئي مون ڪاڻ. هن ڌرتيءَ تي ڪا ٿي جڳهه به ته منهنجي، پنهنجي ناهي...." ڪيس محسوس ٿيندو هو ته، ڄڻ ساگر کي چوندي هجي ته-

سگريٽ، دکي دکي، وسامي ويندو هو ۽ دونهين سان گڏوگڏ ساگر به غائب ٿي ويندو هو. پاڻ ڪڏهن به ٻيو سگريٽ نه دکايو هئائين. ساگر کي گهڻو وقت بيهارڻ، ڪيس ساگر جو اپمان لڳندو هو.

ڪيس محسوس ٿيندو هو ته، پاڻ پنهنجي جنم - سمي کان ئي ڄڻ هڪڙي ديوداسي آهي، جيڪا هڪ اهڙي فرش تي نچي رهي آهي. جنهن جا ڪجهه پٿر ڪاري رنگ جا آهن ۽ ڪجهه سفيد رنگ جا.

ڪيس لڳاتار، هڪڙو پير ڪاري رنگ جي پٿر تي رکڻو پوندو هو ۽ ٻيو سفيد رنگ جي پٿر تي. اهو ئي سندس ناچ جو فن هو ۽ اها ئي، هن مندر جي فرش جي بناوٽ هئي.

اهو سڀ ڪجهه ٿيندي به، ڪيس ڪڏهن به محسوس نه ٿيو ته: سندس سرت ۽ اسرت ۾ جيڪا ويڇوٽي هئي. اُها، روز بروز گهٽجي رهي هئي. هوءَ هڪ چالاڪ نرتڪيءَ جيان پنهنجي جيون سان به کيڏي رهي هئي ۽ پنهنجي تخيل سان به-

پر پوءِ هڪ ڏينهن ڪيس ائين پاڻپيو، ته ڄڻ پاڻ هڪ بلڪل سڌي، اوچائيءَ تي بيٺل آهي. جنهن جي ٻنهي ڏسائن ۾ اونهيون کاهيون آهن. جي پاڻ سرت جي کاهيءَ ۾ ڪري پيئي ته پنهنجي تخيل کان وڇڙي، پور پور ٿي ويندي. ۽ جي پاڻ اسرت جي کاهيءَ ۾ ڪري پيئي ته پنهنجي اصليت کان جدا ٿي، پاڳلپڻي جي پاتال ۾ وڃائجي ويندي.

هڪ ڏهاڙي ڪجهه ائين ٿيو ته پاڻ ۽ سندس پتي ريلوي اسٽيشن جي پليٽ فارم تي بيٺا هئا. سندس مڙس جو هڪ متر، هن شهر کان بدلي ٿي، وڃي رهيو هو ۽ سندس پتي، پنهنجي متر ۽ ان جي ٻارن ٻچن کي الهه وائي چوڻ لاءِ، انيتا کي به ساڻ وٺي آيو هو- انيتا ڏٺو ته هن پليٽ فارم تي ساگر به بيٺو آهي ۽ سندس ڪجهه متر به-

ساگر جي هٿن ۾ هڪڙو سوٽ ڪيس هو. انيتا کي پاسيو ته سندس شرير جي پوري شڪتي نڪري، ان سوٽ ڪيس ۾ پئجي ويئي آهي. هوءِ پنهنجي چوڌس جي هجوم کان الگ ٿي، سوٽ ڪيس کي اهڙي طرح ڏسڻ لڳي هئي. ڄڻ ساگر سان ڪجهه ڳالهائڻ لاءِ، ان سوٽ ڪيس کان ڪجهه شڪتي گهرندي هجي.

"انيتا-" ساگر سوٽ ڪيس، هيٺ، فرش تي رکي، هن ڏانهن ڏٺو هو- ۽ انيتا سوچيو هو ته: پاڻ، پنهنجي پيرن کي ٽاڀڙجڻ کان بچائڻ لاءِ فرش تي ويهي رهي. ان سوٽ ڪيس تي ويهي رهي.

"مان، هن ئي گاڏي ۾ وڃي رهيو آهيان."

"ڇو؟"

"هڪڙي نوڪري ملي اٿم، ڪلڪتي ۾."

پوءِ، ڪيس ڪجهه منٽ ڪا به سرت نه رهي هئي، ۽ جڏهن ٿورڙي سرت آيس ته ڏٺائين ته پاڻ سچ پچ ان سوٽ ڪيس تي ئي ويٺل هئي ۽ سندس سارو شرير ٿر ٿر ڏڪي رهيو هو.

"تو کي ڇا هن طرح ئي، هليو وڃڻو هو، مون کي ٻڌائي نه وڃڻو هو" ، ڪيس محسوس ٿيو ته پاڻ ائين چيو هئائين، پر سندس آواز نه ڄاڻ ڪهڙي پاتال مان نڪتو هو، جيڪو ڪيس به ٻڌڻ ۾ نه آيو.

"مان رات آيو هئس، اوهان ڏانهن." ڪيس ساگر جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو ۽ پوءِ ساگر وڌيڪ چيو، "ڪمري جون بتيون، اجهايل هيون: مون سمجهيو، توهان سڀئي سمهي رهيا هوندا، مان ٻاهران ئي موٽي ويس."

پوهه مهيني جي شديد سردي هئي، ساگر کي زڪام هو. پنهنجي رومال کي، هن ٻن ٽن لڳان استعمال ڪيو ۽ پوءِ پاڻ پنهنجي ٻنهي ڪيسن کي جاچڻ لڳو، شايد ٻيو ڪو صاف رومال ڳولي رهيو هو. انيتا ساگر جو رومال پنهنجي هٿ ۾ ورتو ۽ پنهنجي ڪوٽ جي ڪيسي مان هڪڙو صاف رومال ڪڍي ساگر کي ڏنو ۽ پوءِ ڪيس ڪا سُڌ نه هئي ته ڪهڙي ويل گاڏي آئي، ڪهڙي ويل پاڻ، سوٽ ڪيس تان اٿي، بينچ تي ويٺي، ڪهڙي ويل گاڏي هلي وئي ۽ ڪهڙيءَ ويل هوءِ اسٽيشن کان ٻاهر نڪري، پنهنجي پتيءَ سان گڏجي موٽي آئي هئي.

ان رات پاڻ جڏهن پنهنجي پٿيءَ وٽ سٽل هئي تہ وٽس نہ ڄاڻ ڪهڙي ڏرتي هئي، ڪهڙو ملڪ هو ۽ ڪهڙو شهر، ڪهڙو گهر هو؟ ۽ سندس پير ۾ ڪٿ تي سٽل ڪير ماٺهو هو، سڄي رات هوءَ، آسرتيءَ جي ڪاهيءَ ۾ پيئي هئي. هڪ غار ۽ هڪ ڪڏ ۾ پيئي هئي. ٻئي ڏهاڙي ساجهر، ڪيس ڪجهہ سرت آئي ۽ ڏنائين تہ پاڻ پنهنجي ساڄي هٿ جي مٺ ۾ هڪڙو رومال جهلي رکيو هئائين. اهو ساگر جو رومال هو ۽ شايد سڄي رات، هن اهو پنهنجي مٺ ۾ جهلي رکيو هو. هيءَ اهائي رات هئي: انيتا کي چٽيءَ طرح ياد آيو، هيءَ اهائي رات هئي، جڏهن هڪ پار، سندس ڪک ۾ پئجي ويو هو.

٣

ٻئي ڏينهن صبح جو دائيءَ جڏهن، انيتا جي جسم کي هٿ لاتو تہ کيس پاسيو، انيتا کي هلڪو هلڪو بخار آهي، ڪجهہ دير کان پوءِ چانهہ جي پيالي ڏيندي، دائيءَ جڏهن انيتا جي پيشانيءَ کي هٿ لاتو تہ پاڻ دڄي وئي، انيتا جو بخار وڌي ويو هو.

"پهريات جي ڏينهن ۾، هن بخار کان مون کي پڻ ڊپ ٿو ٿئي." دائيءَ انيتا جي پٿيءَ کي چيو ۽ ڊاڪٽر کي گهرائڻ جي صلاح ڏنائين. ڊاڪٽر آيو. ان انيتا کي دوا ڏني ۽ ويندي ويندي چوندو ويو تہ، "جيستائين بخار نہ لهي، ٻارڙي کي ماءُ جو کير نہ پيارجو."

انيتا کي بخار کان پڻ نہ ٿيو، نہ ٿي پاڻ موت کان ٿي ڊني - البت، ڊاڪٽر جي اها ڳالهہ ٻڌي، سندس من ۾ هڪ ڳالهہ اڀري: مرڻ کان اڳ، مان ٻار جي نس نس چهي، ڏسڻ ٿي چاهيان. سندس شرير جي سڳنڌ سنگهڻ ٿي گهران، سندس مک جي ساهن مان ڊڪ پرڻ ٿي چاهيان ۽ مان چاهيان ٿي تہ سندس پتڪڙا چپ، منهنجي ڇاتيءَ کي چوسين.

دائي، جڏهن ٻارڙي جا هڙيئي ڪپڙا ڪڍي، سنان جاءِ ۾ ڌوئڻ لاءِ وئي تہ ان ويل انيتا جي سس، رڌڻي ۾ هئي. انيتا، ڪمري ۾ اڪيلي هئي. انيتا، هوريان پاسو ورايو ۽ وهاڻي جي ٽيڪ وٺي، کٽ تي ويهي رهي. ٻارڙي جو پينگهو انيتا جي کٽ پرسان ئي هو. انيتا، ڏڪندڙ هٿن سان، سٽل ٻارڙي کي پينگهي مان ڪنيو ۽ پنهنجي هنج ۾ ڪڻي سندس منهن

ڏسڻ لڳي.
"هوبهو ساگر جو منهن! ساڳي پيشاني، ساڳيون اکيون، ساڳيا چپ" انيتا جي سڄي وجود ۾ ڪاوڙ جي هڪ لهر ڊوڙي وئي. اها ڪاوڙ، انيتا کي پنهنجو پاڻ تي آئي هئي.
"مان ڪهڙي ماءُ آهيان، مون مرڻ کان اڳ، پنهنجي ٻارڙي کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائڻ چاهيو آهي ته ان لاءِ نه، ته ڪو هيءَ منهنجو ٻار آهي، ان لاءِ نه، ته آئون هن جي ماءُ آهيان، پر ان لاءِ ته هن جو چهرو، مون کي ساگر جو چهر ي جهڙو ٿو لڳي، هن جون اکيون ۽ ساگر جون اکيون، هن جا چپ ۽ ساگر جا چپ...." ۽ انيتا، ڏڪندڙ هٿن سان، ٻارڙي کي ساڳئي پينگهي ۾ سمهاري ڇڏيو، پاڻ ٿڪجي، کٽ تي ليٽي پئي ۽ سوچڻ لڳي، "منهنجو ڪوبه علاج ناهي، هن دنيا ۾ منهنجو ڪوبه علاج ڪونهي، چڱو ٿئي آهي، جو منهنجو هيءَ بخار ڪڏهن به نه لهي ۽ مان هن بخار وگهي مري وڃان...."
ٽپ ٽپ، ڳوڙها، انيتا جي وهاڻي تي ڪرندا رهيا ۽ پوءِ سندس دماغ سڪتي ۾ پئجي ويو.
شام جا پاچا، گهاٽا ٿيندا ويا. هاڻ بخار جو زور ڪجهه گهٽجي ويو هو. دائيءَ، انيتا کي دوا ڏني ۽ پوءِ سندس کٽ تي ويهي، سندس پيرن کي زور ڏيڻ لڳي، انيتا هڪ ڀيرو پينگهي ڏانهن ڏٺو ۽ اکيون بند ڪري پنهنجي پاڻ کي ڏسڻ لڳي.
انيتا کي اهي ڏهاڙا ياد آيا، جڏهن، مينهوڳي هجي، تونڙي طوفان اچي، هوءَ پابنديءَ سان، ڪمري کي بند ڪري، ڪجهه وقت اُن ۾ ضرور ويهندي هئي، هڪ ڏينهن پاڻ، ساڳي طرح ويني هئي، جو سندس ڪمري جي دروازي تي ٺڪ ٺڪ ٿي، انيتا، پنهنجي هٿ وارو سگريٽ، رک -وٽيءَ ۾ رکي، جڏهن دروازو کوليو ته سندس پتي بيٺو هو.
"هن ويل؟ منجهند جو؟" انيتا ڪجهه حيرت مان چيو.
"مان اندر، تنهنجي ڪمري ۾ اچان؟" انيتا جي پتيءَ پڇي ته ورتو، پر موٽ جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ ٿي، دروازي تي رکيل انيتا جي هٿ کي هٽائي، ڪمري ۾ اندر آيو ۽ ڪمري ۾ اندر گهڙي ڪانئس ڪل نڪري

وئي.
"تو، مون کي ڏاڍو پريشان ڪيو آهي، ڪيترن ئي ڏينهن کان مان نہ چڱي نموني ڪائي سگهيو آهيان ۽ نہ سڄو ڏينهن ڪو ڪم ئي ڪري سگهيو آهيان."
"ڇو؟"
"مون کي محسوس ٿيندو هو تہ مان جڏهن پنهنجي ڪمر تي هليو ٿو وڃان تہ ڏهاڙي ڪو ماڻهو توسان ملڻ ٿو اچي."
انيتا جي چپن تي مرڪ پکڙجي ئي، پر اها مرڪ، ڪنهن پوائتي جانور جيان ترت ئي، انيتا جي ڪليل وات جي غار ۾ غائب ٿي وئي.
"هڪ ڏهاڙي، مون، تنهنجي ڪمري جي ڇانٽ وٽ، سگريٽ جي رک ڪريل ڏٺي هئي ۽ پو هڪ ڏهاڙي تنهنجي ميز جي پائي وٽ ۽ وري هڪ ڏهاڙي تنهنجي پلنگ جي پائي وٽ. ڪيترائي ڏينهن مان ڏاڍو پريشان رهيس، وري ڪلهہ مون تنهنجي ڪمري ۾ سگريٽ جو هڪ ٽوٽو ڏٺو، جنهن جي ڪناري تي لپ اسٽڪ جو نشان هو، پوءِ رات، جڏهن تون ستي پئي هئينءَ تہ مان تنهنجو هٿ جهلي، تنهنجي آگرين تي سگريٽ جو نشان ڏسندو رهيس، منهنجو انومان صحيح نڪتو."
انيتا جي پتيءَ، رک - وٽيءَ ۾ دڪيل سگريٽ ڏانهن ڏٺو ۽ انيتا جي ڪلهي تي ٿپڪي هڻندي چيو، "ان ۾ پلا، لڪائڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ مون توکي گهڻي ئي پيرا چيو تہ تون مون سان گڏ ڪلب هلندي ڪر، چاهين تہ، ڪلب ۾ هڙني جي اڳيان سگريٽ ڇڪي ٿي سگهين؛ اتي ڪيترين ئي عورتون سگريٽ ڇڪينديون آهن، مان سگريٽ ڇڪڻ کي برو نٿو سمجهان."
انيتا جو پتي، اهو چئي،جڏهن پنهنجي ڪمر تي موٽي ويو تہ انيتا کي پهريون پيرو خيال آيو تہ پاڻ بيوفائي ڪري رهي آهي.
جيئن، ڪائي ڇٽنگ چلهہ مان اُڏامي ڪپڙن تي اچي ڪرندي آهي، "بي وفائيءَ" جو اهو لفظ بہ ننڍڙي ڇٽنگ جيان انيتا جي چنيءَ ۾ اچي لڳو هو. انيتا ، گهبراهٽ مان اُٿي، ويهي رهي. پاڻ، اوچتو اهوئي تہ ڏسڻ آيو هو تہ منهنجي ڪمري ۾ بيو ڪو مرد تہ ويٺل ناهي. انيتا سوچڻ

لڳي، "منهنجي ڪمري ۾ هميشہ ڪوئي وينو هوندو آهي. چاهي هو ڪنهن کي ڏسڻ ۾ نہ بہ ايندو هجي، ان ويل بہ وينل هو، پوءِ ڪٿي هو ڪنهن کي ڏسڻ ۾ نہ آيو."

......۽ انيتا سوچڻ لڳي، "اهائي بيوفائي آهي؟" ۽ پوءِ سوچيندي سوچيندي هوءَ منجهي پئي. بيوفائيءَ جي لفظ جو هڪ چيڙو سندس هٿ ضرور چڙهي ويو هو. پر ڪيس اها سڌ ڪانہ پوندي هئي تہ پاڻ بيوفائي ڪنهن سان ڪري رهي آهي: پنهنجي پتيءَ سان، يا ساگر سان؟

۽ انيتا کي ياد آيو تہ هڪ ڏينهن، جڏهن پاڻ صبح جو چانهہ پيئندي اخبار پڙهي رهي هئي ۽ جڏهن ان ڏينهن جي تاريخ تي نظر پئي، "٨- مارچ...." تہ پاڻ سوچ ۾ ٻڏي وئي هئي. ڪيس محسوس ٿيو هو تہ ان تاريخ سان لاڳو ڪا ڳالهہ هئي، جيڪا ڪيس ياد نہ پئي اچي. پاڻ چانهہ جي ٻي پيالي ناهي هئائين ۽ پوءِ اخبار جي خبرن، بدران، هوءَ ان ڏينهن جي تاريخ ڏانهن مسلسل تڪيندي رهي هئي، ڄڻ هوءَ ڪنهن جو چهرو سڃاڻندي هجي، پر ان جو نانءُ وسري ويو هجيس، ۽ پوءِ اوچتو سندس ساهہ ڄڻ بيهي ويو، ڪيس ان تاريخ سان لاڳو ڳالهہ ياد اچي وئي هئي: "ساگر جو جنم - ڏينهن ٨- مارچ ساگر جو جنم ڏينهن."

۽ ڪيس سڄي ڳالهہ ياد اچي ويئي هئي . اُها دعوت ياد اچي ويئي، جتي ساگر کي پهريون پيرو ڏٺو هئائين "اُتي مانيءَ کان پوءِ، ڪافي پيئندي، ابجد جي علم جون ڳالهيون نڪري پيون هيون، ڳالهيون ڏيکهہ وٺنديون ويئون هيون، ۽ ابجد سان لاڳاپيل اٿرن جون ڳالهيون ڪندي ڪندي، اُتي وينل ماڻهو، هڪ ٻئي جي جنم جي تاريخ پڇڻ لڳا هئا. ۽ پوءِ جڏهن ڪنهن ائين چيو تہ : "چئن ۽ اٺن جا انگ، سين ڪان سخت ٿا ٿين" تہ ساگر کلندي چيو هو : "سندس جنم ڏينهن جي تاريخ اٺين آهي، ٨ مارچ."

پوءِ اٽڪل نوين وڳي جو وقت هو. هوءَ سيني کي چانهہ پياري جڏهن واندي ٿي تہ رڌڻي ۾ وڃي هڪڙو ڪيڪ تيار ڪرڻ لڳي، ڪيڪ، پاڻ ڪو نہ پئي تيار ڪيائين، پر ڪيڪ خود سندس هٿن ۾ تيار ٿي رهيو هو.

ڪيڪ کي پليٽ ۾ رکي، انيتا پنهنجي ڪمري ۾ کڻي آئي هئي. ڪمري جو دروازو اندران بند ڪري، پاڻ ميز اڳيان ٻه ڪرسيون رکيون هئائين. ۽ پوءِ هڪ ڪرسيءَ تي ويهي، هڪڙو سگريٽ دکايو هئائين.

پاڻ ڪيڪ منجهان ٻه ننڍا ٽڪرا ڪٽيا هئائين ۽ انهن کي پليٽن ۾ رکي، نه ڄاڻ ڪيترو وقت ويٺي هئي، اُن ڏينهن پاڻ هڪڙو نه، انيڪ سگريٽ ڇڪيا هئائين، ۽ آهستي آهستي پليٽن مان ڪيڪ جا ٻيئي ٽڪرا ڪاٺي ڇڏيا هئائين.

سڄو ڏهاڙو، ڪيس ساگر جو جنم ڏينهن ملهائڻ جو ڄڻ خمار چڙهيل هو. سندس مٿو آڪاش کي ڇهي رهيو هو. سندس هٿ اڳيان وڌي، ستارن کي جهلي رهيا هئا. سندس چپ آڪاش جي گنگا مان ڍڪ ڀري رهيا هئا. پر رات جو سندس حالت ائين ٿي ويئي هئي، جيئن گهٽي شراب پيئڻ کان پوءِ، ڪنهن کان پنهنجي پيرن تي بيهو نه ٿيندو آهي.

۽ انيتا کي ياد آيو ته هيءَ اُها رات هئي، جنهن ڏينهن کان پاڻ ڊائري لکڻ شروع ڪئي هئائين. اُن رات سندس ڇاتيءَ ۾ اهڙي گهٽ هئي، جو مجبور ٿي ڪجهه لفظ، هڪ ڪاغذ تي وسي پيا هئا.

پوءِ اها ڊائري، سندس ضرورت بڻجي ويئي هئي. هڪ آرسيءَ جهڙي ضرورت، جنهن ۾ هوءَ پنهنجي پاڻ کي ڏسي سگهندي هئي. هوءَ پنهنجي پاڻ کي ڏسڻ گهرندي هئي، ڄاڻڻ چاهيندي هئي، هوءَ پنهنجي ڪنهن به داغ يا زخم کان گهٻرائڻ نه چاهيندي هئي. هوءَ پنهنجي سڃاڻپ ڪرائڻ چاهيندي هئي، ائين، جيئن پاڻ هئي.

هوءَ ڪيترائي مهينا ڊائري لکندي رهي هئي. تن ڏينهن ۾ ڪيس پڙهڻو به ڏاڍو هو، ان ڪاڻ ته جيئن هوءَ پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي سگهي، اُهي ڪتاب، ڄڻ "ٿرماميٽر" هئا، جن سان هوءَ پنهنجو بخار ماپيندي رهندي هئي. ۽ پنهنجي مرض جي ڪيفيت، پنهنجي صحتمنديءَ جو حال، هوءَ پنهنجي ڊائريءَ ۾ لکندي رهندي هئي.

پاڻ، ٻار جي جنم جي اوسيئڙي جا مهينا، انهيءَ طرح ئي گهاريا هئائين. پوءِ جڏهن دائيءَ، سندس ٻار جي پيدائش لاءِ هڪ جدا ڪمرو تيار ڪرڻ شروع ڪيو هو، سندس لاءِ ۽ سندس ٻار جي لاءِ ضروري شيون جمع

ڪرڻ شروع ڪيون هئائين، تہ ڪيس اوچتو هڪ خيال آيو : منهنجي غير حاضريءَ ۾ جي ڪنهن چاهيون ڪٽي، منهنجي المارِي کولي تہ پوءِ هيءَ ڊائري تہ ضرور هن جي هٿ چڙهندي، اها ڊائري، انيتا کي،اُن ڪنواري ڇوڪريءَ سمان پاسندي هئي، جيڪا پنهنجي جسم ۽ خيال جو اڌيڪار، ڪنهن جي بہ حوالي نٿي ڪري سگهي. ڪيس هڪ ڀيو بہ پيؤ هو، جيڪڏهن ٻارڙي جي جنم- سمي، ڪنهن طرح مان مري ويس تہ هن ڊائريءَ کي اوپرن هٿن کان بچائڻ لاءِ، خود ئي ساڙي ڇڏيندي.

۽ انيتا کي ياد آيو تہ جڏهن پاڻ ڊائريءَ کي آڳيٺي تي رکي تيلي ٻارڻ لڳي هئي، تہ سندس هٿ ڪنبي ويا هئا : "ڪاش! هن ڊائريءَ کي، ساگر هڪ ڀيرو پڙهي ها! پوءِ جي منهنجو موت بہ ٿي وڃي ها، تڏهن بہ پاڻ هڪ ڀيرو ضرور سوچي ها :

"هڪڙي هئي انيتا. "

۽ سندس مٿو، سندس گوڏن تي جهڪي ويو هو : "اڄ هيءَ ڊائري هن دنيا مان هلي ويندي، ڪهاڻي، ختم ٿي ويندي، ڪهاڻي تہ ڪا آهي ئي ڪا نہ - فقط هڪ ڳالهہ آهي، جيڪا ڪهاڻي نہ بڻجي سگهي. رڳو هيءَ ڳالهہ تہ : هڪڙي هئي، انيتا — ۽ اها ڳالهہ بہ ڪڏهن ساگر تائين نہ پهچندي."

هن ٻڙٻڙائيندي آڳيٺيءَ تي رکيل ڊائريءَ کي ڪٽي ورتو هو. اهڙي طرح، جيئن ڪو ئي ڪنهن مرندڙ ماڻهوءَ جو منهن، هڪ لڳان ڏسڻ چاهيندو آهي.

هوءَ اُن ڊائريءَ کي ڪٽي، هڪ لڳان وري ڪمري ۾ ڪٽي آئي هئي. هن ڪمري جو دروازو بند ڪري، اُن ڊائريءَ کي پڙهڻ شروع ڪيو هو. اهڙي طرح، جيئن ڪو ئي، مرندڙ ماڻهوءَ سان آخري ڀيرو ڳالهائڻ چاهيندو آهي. ڪمري ۾ ويهي هوءَ ڊائري بہ پڙهندي ويئي تہ سگريٽ بہ ڇڪيندي ويئي. سگريٽ ڇڪيندي ڪيس هميشہ ائين پاسندو هو، ڄڻ ساگر سندس پرسان ويٺل هجي. اُن ڏهاڙي بہ ڪيس ائين ئي پئي پاسيو. ۽ ائين، هڪ لحاظ کان هوءَ پاڻ، پنهنجي ڊائريءَ کي ايترو نہ پڙهي رهي هئي، جيترو ساگر کي پڙهائي رهي هئي. ڊائريءَ ۾ لکيل هو :

"— ڪجهہ ڏينهن ٿيندا مون هڪ گيت پڙهيو هو. شايد "وينڊل ولڪيءَ" جو هو :
"ڇا تو ڪي هڪ ڳالهہ جي سڌ آهي، منهنجا دوست!
منهنجي خون جي ڳالهہ جي سڌ، تہ منهنجي اندر ۾ ، خون جي هڪ جنگ متل آهي، ۽ منهنجي اندر ۾ هلچل ٿي هلچل آهي. پر منهنجي ٻاهر ۾ ، سڀ ڪجهہ ٺوٺ آهي. ۽ سڀ ڪجهہ بيٺل آهي —
مون ڪي پنهنجو جيون، هميشہ اِن گيت سمان ڀاسيو آهي، ۽ آئينده بہ شايد ائين ئي ڀاسندو رهي.
پر اڄوڪو ڏهاڙو!
اڄوڪو ڏينهن منهنجي جيون جو نرالو ڏينهن آهي.
اڄ، منهنجي اندر جي هلچل منهنجي ٻاهر جي حصن ۾ اچي ويئي آهي.
اڄ، مون پنهنجي هٿن سان، تنهنجي جنم— ڏينهن جو ڪيڪ ڪاٽيو.
اڄ، منهنجو، هن زمين تي پير نٿو ٽڪي.
۽ هڪ ڏهاڙي لاءِ اهو گيت ڪنهن ڏورانهين ڏيهہ هليو ويو.
پر، هاڻ جيئن تہ ڏينهن، لنگهي چڪو آهي.
اهو گيت پرڏيهہ کان واپس وري آيو آهي.
منهنجي ٻاهر، سڀ ڪجهہ بيهي ويو آهي.
مان پنهنجي کٽ تي ئي ليٽيل آهيان.
جو، هيڪلائي، هڪ جيت جيان، منهنجي کٽ جي هيٺان ريڙهيون پائڻ لڳي آهي.
۽ پوءِ اها هيڪلائي منهنجي کٽ جي پائي کي جهلي منهنجي جسم تي چڙهي ويئي،
۽ منهنجي انگ تي رڙهندي رهي.
۽ مون ۾ ايترو بہ ساهس ڪونهي جو کٽ تان، اٿي سگهان .
۽ هاڻ، مان تو کي اهو ٻڌائڻ لاءِ اٿي آهيان تہ سچ پچ منهنجي ٻاهر سڀ ڪجهہ سڪي ٺوٺ ٿي ويو آهي.
سڀ ڪجهہ بيٺل آهي.
پر منهنجي اندر ۾ اڃا بہ خون جي هڪ جنگ متل آهي.

۽ منهنجي اندر ۾ هلچل ئي هلچل آهي.
۽ اهو مان تو کي ان ڪاڻ پئي ٻڌايان تہ تون مون کي جڏهن بہ ڏسين تڏهن سچائي سگهين."
"اڄ مان البر ڪامئو جو هڪ ناول پڙهي رهي هيس. جنهن ۾ هو "الجيرين ڪناري" جي هڪ فرانسيسي بندرگاهہ جو ذڪر ٿو ڪري. جتي ڪڏهن بہ ، پکين جي ڪنين جي ڦڙڦڙاهٽ نٿي ٿئي، جتي ڪڏهن بہ وڻن جي پنن جي سرسراهٽ نٿي ٿئي. ۽ هتان هتان ڪان وڪري لاءِ آيل گلن مان سڌ پوندي آهي تہ اڄ ڪلهہ دنيا ۾ بهار جي رت آهي."
"پوءِ ان شهر ۾ وبا ڦهلجيو ويندي آهي. ڪجهہ ماڻهو شهر ڇڏي ٿا وڃن. ڪجهہ ماڻهو شهر ۾ ئي رهي ٿا پون. ۽ سرڪاري حڪم سان اُن شهر جو دروازو بند ڪيو ٿو وڃي. ماڻهن ڪان ڪنهن ڏانهن خط اُماڻڻ جي آس بہ ڪسي ويندي آهي. جيتوڻيڪ ماڻهن کي اهو سمجهڻ ۾ ڪجهہ وقت لڳي ويندو آهي تہ هيڪلائي ڪيڏي نہ پوائتي ٿي ٿئي، پر نيٺ هو سمجهي ئي ٿا وڃن. ۽ پوءِ پاڻ کي ان پوائتي حالت جي حوالي ڪري ٿا ڇڏين. بلڪل آڪارٿن، قدمن سان ٿا هلن، هر روز انهن ئي گهٽين ۾ ٿا گهمن، ۽ اُتي جو اُتي ئي ڳهندا ٿا رهن.
"ڪڏهن ڪڏهن اُهي، تخيل سان ٿا ڪيڏن، ۽ پنهنجي ڏاڪڻ سان ڪن لڳائي ٿا ويهن. تہ اِجهو ڪي هاڻ، هتان ڪنهن جي هلڻ جو آواز ايندو. پر پوءِ اُهو وقت اچيو ٿو وڃي جڏهن ڪين پڪ ٿيو ٿي وڃي تہ : هاڻ سندن شهر ۾ دنيا جي ڪنهن بہ ٽڪري ڪان ڪا بہ گاڏي يا ٻيڙي نہ ايندي. ماڻهو، گذري ويل گهڙين کي پاروٿي مانيءَ جيان ٿا کائين، پر اُها ايتري تہ پاروٿي هوندي آهي، جو هو اُن کي کائي بہ نٿا سگهن. ڪو ئي اياڻو ماڻهو، آئيندي جي باري ۾ سوچي ٿو، پر ترت ئي سوچڻ ڇڏي ٿو ڏئي، ڇو تہ ڪيس سڌ پئجيو ٿي وڃي تہ هيڪلائيءَ جي لڳايل گهائن مان جيڪا پيڙا پيدا ٿي آهي، اُن کي برداشت ڪرڻ جي ڪنهن ۾ بہ ساهس ڪونهي.
مون البر ڪامئو جي ان فرانسيسي بندرگاهہ کي ڪڏهن ناهي ڏٺو، پر مان چئي ٿي سگهان تہ منهنجو جڏهن ڪان جنم ٿيو آهي، تڏهن ڪان انهيءَ ئي بندرگاهہ تي پئي رهان. مون ڪڏهن بہ پکين جي ڪنين جي ڦڙڦڙاهٽ

ناهي ٻڌي، مون ڪڏهن بہ وڻن جي پنن جي سرسراهٽ ناهي ٻڌي، ۽ مون کي ڪا بہ سڌ ناهي تہ دنيا ۾ اڄڪلهہ ڪهڙي رت آهي.

منهنجي هن شهر جو دروازو سماج جي حڪمن تي بند ٿي چڪو آهي، ۽ منهنجي هن شهر ۾ سماج جي گهڙيل اصولن جي ويا ڦهليل آهي.

"مائيڪل اينجلو" سنگتراش بڻجڻ لاءِ، پٿرن کي هٿ لاتو تہ ڪانئس وڏيڪ چاٺو هڪ شخص ، ڪيس چيو هو : هر ڪنهن پٿر جي هڪ شخصيت آهي، هر ڪو پٿر، ڪجهہ بڻجڻ ٿو گهري، ۽ اُهو، پنهنجو پاڻ کي خوشيءَ سان انهن هٿن جي حوالي ڪري ٿو ڇڏي ، جن جي آڱرين ۾ چيٽي هوندي آهي– "منهنجا سنگتراش! مان، اڻ گهڙيل پٿر ئي سهي، پر تون پنهنجي هنر سان، مون مان ڪا اهڙي مورت ڇو نٿو گهڙي وٺين، جيڪا مون کي سندر لڳي، مان تو کي سچ ٿي چوان، مان تنهنجي هٿن سان گهڙجڻ ۽ تراشجڻ لاءِ بيچين آهيان."

"منهنجي نراسائي هڪ متڪو بہ آهي ۽ هڪ چيٽي بہ. ائين ٿو ڀاسي، ڇڻ قسمت، پنهنجي هٿن ۾ ، اِن نراسائيءَ کي جهلي، ڏينهن رات، منهنجي مورت ٿي گهڙي. ڪيترا پيرا، مان ويٺي ويٺي، اُٿي ڪري، آرسيءَ اڳيان اچيو بيهان ، سچ پچ منهنجا خدوخال ڪيترا نہ چٽا ٿي ويا آهن، ڪيترا نہ تراشيا ويا آهن، ۽ مان سوچيان ٿي تہ جڏهن هو اچي مون کي ڏسندو ، تہ مون تي هڪ گيت ضرور لکندو، پر هن ويل جڏهن مان هي سٽون پئي لکان تہ سوچيان ٿي تہ : ڇا اهو سڀ ڪجهہ عشق تہ ناهي؟ خودپرستي ناهي؟ مان ڏور ويهي، سندس گيتن جي راڻي بڻجڻ ٿي چاهيان، سندس نغمن جي اپسرا، مان وٽس وڃي ، سندس دکن ۽ سکن ۾ ڀائيوار ڇو نٿي ٿي سگهان، مان پنهنجو پاڻ کي هڪ صورت جيان هڪ تختي تي، سجائي رکڻ ٿي چاهيان. مان هڪ معمولي عورت جيان، سندس رڌڻي ۾ ويهي سندس ميرا ٽانو ڇو نٿي ڌوئي سگهان."

۽ انيتا کي ياد آيو تہ، پاڻ، پنهنجي ڊائري جا اڄا اهي چند صفحا بہ مس پڙهيا هئائين تہ سندس اندر ۾ وڍ پيا هئا، اها، ٻارَ جي پيدائش جي پيڙا جي ڀيٽ ۾ بہ سٺ هئي. هن تڪڙ ۾ هٿ ۾ جهَليل سگريٽ، وسائي ڇڏيو هو. ۽ ڊائريءَ جا باقي صفحا ائين ئي ڇڏي، ڊائريءَ کي پرندڙ

سگريءَ تي رکي ڇڏيو هئائين. ڊائريءَ جو جلد، پاڻ ، اکيڙي جدا ڪري ڇڏيو هئائين، تہ جيئن، ان جي جلڻ ۾ گهڻي دير نہ لڳي. پوءِ اڻ ٻرندڙ صفحن کي، لوهہ جي شيخ سان، الڳ الڳ ڪري هوا هٽندي رهي هئي، تہ جيئن، ڪو صفحو، اڌ جليو نہ رهجي وڃي، سگريءَ جي سڄي رک کي بہ پاڻ آهستي آهستي سنان- جاءِ ۾ پاڻيءَ سان گڏ وهائي ڇڏيو هئائين تہ جيئن رک جا نشان، ڪنهن جي دل ۾ انومان نہ پيدا ڪن. پوءِ ڪيس شديد درد ٿيڻ لڳو هو، ۽ پاڻ دائيءَ کي گهرائي، پنهنجو جسم اُن جي حوالي ڪري ڇڏيو هئائين.

ڪٽ کي جهلي، درد کي سهندي، سندس اکيون پرجي آيون هيون : منهنجي پڄندڙ ٽٽندڙ شرير مان شايد هڪڙو خوبصورت ٻارڙو جنم وٺندو، پر هن ٻرندڙ ڊائريءَ مان فقط هڪ ساروڻي جنم وٺندي، ڏاڍي گهمائيندڙ ساروڻي - ڪنهن بہ شئي جي تخليق، ڪيتري نہ اوکي آهي!

۴

انيتا جي ڪٽ ۽ سندس ٻار جو پينگهو هڪ ئي ڪمري ۾ هئا. پر انيتا جو بخار، هڪ ديوار بڻجي، سندس ڪٽ ۽ پينگهي جي وچ ۾ اچي بيٺو هو.

دائيءَ جڏهن، بوتل ۾ کير وجهي، ٻارڙي کي پياريو تہ ٻارڙي ٿوري دير کان پوءِ ئي، ان کير کي ڪڍي ڇڏيو ۽ پوءِ ٻڪ ڪان ڪنجهڻ لڳو. انيتا جي ڇاتيءَ ۾ لهي آيل کير، بخار ڪان جلي رهيو هو، ٻارڙي کي بوتل واري کير کان بچيان ٿي آئي. ڪن پل لاءِ، کير جو ڏک پريائين ٿي ۽ ٻئي پل ۾ ٻاهر ڪڍي ٿي ڇڏيائين ۽ شايد هن پنهنجي ضد سان ئي ماءُ جو بخار لاهي ڇڏيو هو.

پورا پنج ڏهاڙا، پنهنجا پتڪڙا هٿ پير هلائي، هن پينگهي ۽ ماءُ جي ڪٽ جي وچ ۾ بيٺل ديوار ڪيرائي ڇڏي هئي.

انيتا، جڏهن ٻارڙي کي پنهنجي هنج ۾ ڪنيو تہ، اهو هونگرون ڪندو، سندس ڇاتيءَ ۾ ڀر ڳولڻ لڳو. انيتا جي ڇاتيءَ مان کير، خودبخود ٽمڻ لڳو ۽ اکين مان ڳوڙها، ماءُ ٿيڻ جو احساس، انيتا جي رڳ

رگ ۾ گھڙي ويو.

ويهر جا اهي ڏينهن، انيتا جي جيون جا عجيب ڏينهن هئا. ساگر جو خيالي چهرو ۽ ٻارڙي جو حقيقي چهرو ملي هڪ ٿي رهيا هئا. اندر جي محبوبا ۽ انيتا جي اندر جي ماءُ ملي هڪ ٿي رهيون هيون. انيتا جي اندر ۾ اطمينان جو هڪ احساس اڀري آيو هو، جنهن سان انيتا جي اندر جي هڪڙي قوت منجهي رهي هئي.

اهڙي طرح ويهر جي ڏينهن کان پوءِ، انيتا کي ان طرح ئي قبول ڪري سگهندي. جهڙي طرح، هوءَ پنهنجي پتي سان انصاف ڪري سگهندي، جيڪو بهرحال هڪ نيڪ شخص هو، جنهن نه ڪڏهن ڪيسن چڙهيو، نه دٻايو ۽ هاڻ ته هو، سندس ٻار جو پيءُ هو.

انيتا، ٻارڙي کي سنان ڪرائيندي، ڏٿاريندي ۽ سنواريندي هئي ۽ ڪيس پنهنجي پتيءَ جي هنج ۾ ڏيئي سوچيندي هئي ته، هاڻ جڻ زندگيءَ سان سندس من وندري ويو هجي. ٻارڙي کي پهريون ڏند نڪتو، ويهڻ سکيائين. مولڙيون پائڻ سکيائين ۽ مر مر چوندي، انيتا سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو. انيتا، سڄو ڏينهن مصروف ٿي رهي. سدائين سندس من وندريو پيو هو، پر انيتا جي رات، اڪثر ڪري ڪانئس رسي ويندي هئي، انيتا سمهڻ ويل سيني خيالن جون ڳڙڪيون بند ڪري سمهندي هئي، پر ساگر نه ڄاڻ ڪهڙي ڳڙکيءَ مان انيتا جي سپنن ۾ اچي ويندو هو. انيتا جڏهن صبح جو اٿندي هئي ته اکين تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻندي هئي ۽ پوءِ انيتا جي اکين مان ڪجل به نڪري ويندو هو ۽ ساگر جو خيال به.

هڪڙو ورهيه گذريو، ٻيو ورهيه گذريو، ٽيون ورهيه گذريو ۽ پوءِ چوٿون ورهيه به گذري ويو. ٻارڙو اسڪول وڃڻ لڳو. انهن ورهين ۾ ٻيو ڪجهه نه ٿيو رڳو ايترو ٿيو ته انيتا جو، پنهنجي ٻار سان اهڙو ورتاءُ نه رهيو، جنهن کي هڪ ماءُ جو سياوڻو ورتاءُ چئي سگهجي. انيتا ويني ويني، ٻڙٻڙائيندي، اٿي ويهندي هئي ۽ پوءِ سٽل ٻارڙي جوا نگ انگ چمڻ لڳندي هئي. ڪيترا پيرا ته هوءَ، سٽل ٻارڙي کي جاڳائڻ جي ڊپ کان ڇهندي به ڪا نه هئي، رڳو زمين تي گوڏن ڀر ويهي، پنهنجو مٿو سندس کٽ تي رکي ڇڏيندي هئي ۽ روئڻ لڳندي!

گهڻو ڪري جڏهن رات جو ڪيس ننڊ نہ ايندي هئي تہ هوءَ ننڊ پيل ٻارڙي کي پنهنجي ڪٽ ڏانهن ڪڍي ويندي هئي. ٻارڙو ڪڏهن ننڊ ۾ هجي يا جاڳ ۾، انيتا هر هر، هٿ ۾ ڦڻي کڻي، ان جا وار سنواريندي رهندي هئي ۽ پوءِ وارن جي هڪڙي چڳ، سندس نرڙ تي ڪيرائي ڇڏيندي هئي. ائين، جيئن ساگر جي نرڙ تي گهڻو ڪري وارن جي هڪڙي چڳ ڪريل هوندي هئي.

ٻارڙو جڏهن اسڪول وڃڻ لڳو تہ، انيتا جي بيچيني وڌي وئي، ٻارڙي کي اسڪول وٺي، اچا هڪڙو ڪلاڪ بہ نہ گذرندو هو تہ انيتا ڪنهن نہ ڪنهن بهاني اسڪول هلي ويندي هئي ۽ گهڻو گهڻو وقت ويهي، ٻارڙي جو منهن ڏسندي هئي ۽ پوءِ انيتا پنهنجي بيچينيءَ کان بيزار ٿي، هڪ ڏهاڙي پنهنجي پتيءَ کي چيو تہ جيڪڏهن هو ڪيس ڪٿي ڪا نوڪري هٿ ڪري ڏئي تہ ڏاڍو سٺو ٿئي.

نوڪري ڳولڻ کان اڳ انيتا جو پتي، ڪيس سٺن سٺن ڊاڪٽرن وٽ وٺي ويو. جيتوڻيڪ سندس پتي ۽ انيتا جي وچ ۾ ڪا اڻبڻت ڪانہ ٿي هئي، ڪابہ ڳالهہ انيتا چوندي هئي تہ پتيءَ "ها" ٿي ڪئي، ڪابہ ڳالهہ پتيءَ ٿي چئي تہ انيتا "ها" ڪندي هئي ۽ ظاهري طرح بہ ٻنهي جي زندگي، بيٺل پاڻيءَ جيان پرسڪون نظر ايندي هئي، پر اندر ئي اندر ٻنهي کي سڌ هئي تہ اهو پرسڪون ۽ بيٺل پاڻي گدلو ٿيڻ لڳو هو. ان تي سانت جو تهہ ڄمڻ لڳو هو. انيتا جي پتيءَ، انيتا کي پنهنجي دوستن سان ملائي ۽ ڪيس پنهنجي ڪلب وٺي وڃي، اهو بہ پرکي ڇڏيو هو تہ انيتا کي ڪنهن سان بہ ڪڏهن ڪو لڳاءُ پيدا نہ ٿيو هو. نيٺ هن اهوئي سوچيو تہ، انيتا جو هڪ سٺي ڊاڪٽر کان علاج ڪرايو وڃي.

ڊاڪٽرن انيتا جي نس نس جانچي ۽ نيٺ مشورو ڏنو تہ، هن کي زندگيءَ ۾ ڪنهن نہ ڪنهن ڪم ۾ مشغول رهڻ گهرجي، جي ڪا نوڪري ڪري تہ اهو سٺو ئي ٿيندو، خراب نہ.

نوڪريءَ لاءِ نہ انيتا اچا ڪا ڪوشش ڪئي هئي نہ ئي سندس پتيءَ. نوڪريءَ خود ئي انيتا کي ڳولي لڌو، اهو، هيئن ٿيو جو هڪ لڳان، انيتا ڪنهن دعوت ۾ ڪلندي ذڪر ڪيو تہ پاڻ اڄڪلهہ ڪا نوڪري پيئي

ڳولهي، انهي ئي دعوت ۾ موجود هڪ سرڪاري آفيسر انيتا کان درخواست، گهري ۽ ٻئي هفتي جڏهن انٽرويو ڏنو تہ کيس نوڪري ملي وئي.

ان نوڪريءَ، انيتا جي جيون جي بينل پاڻيءَ کي ٿورڙي چرپر ڏني. انيتا هاڻ، اڳي جيان، ڪٽ تي سستن جيان پيل نہ هوندي هئي. وقت تي اٿندي، تيار ٿيندي ۽ آفيس ڏانهن ويندڙ بس پڪڙيندي، اهو سڀ ڪجهہ ائين ڪندي هئي، چڻ خود ئي پنهنجو هٿ جهلي، هلي رهي هجي.

ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو هو جو انيتا کي پنهنجي آفيس جي "بس اسٽاپ" تي لهڻ وسري ويندو هو، بس ۾ ويٺي ويٺي، سندس اکيون نہ ڄاڻ ڪهڙن خيالن جي ڪهڙن پاتالن ۾ گم ٿي وينديون هيون. جو وچڻ ويل آفيس جو رستو ۽ اچڻ ويل گهر وارو رستو نہ سڃاڻي سگهندي هئي، انهيءَ ئي ڪري، بس جي سيٽ تي ويهڻ کان اڪثر ڪري پاسو ڪندي هئي ۽ هوشيار ٿي بيهي رهندي هئي ۽ هڪ هڪ رستي کي ڏسندي، سڃاڻندي ۽ لهڻ جو ڌيان رکندي هئي، ڪيترا ئي پيرا انيتا ڏٺو تہ وات ويندي، اوچتو سندس نظر، سامهون رستي کي ڏسڻ لڳندي هئي، جيستائين رستو ڏسڻ ۾ ايندو هو، هوءَ ڌيان سان ڏسندي رهندي هئي، ۽ پوءِ نراس ٿي پنهنجي ئي پيرن ڏانهن جهڪي ويندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن بس ۾ چڙهندي بہ ائين ئي ٿيندو هو، هوءَ هڪ هڪ سواريءَ جي منهن ڏانهن ڏسندي ۽ پوءِ پنهنجو منهن ڦيري ڇڏيندي هئي. انيتا کي پنهنجي حالت تي روئڻ اچي ويندو هو، ڪيترا پيرا هوءَ ويٺي ويٺي چئي ڏيندي هئي، "مون وٽ اچ انيتا! تون ٻاهر ڇا ٿي ڳولين؟ پاڳل ٿي ويندينءَ، ان طرح ڳولي ڳولي، هن تہ ڪڏهن موٽي اچي، تڪان ڪجهہ بہ نہ پڇيو ۽ تو سڄي زندگي، سندس نانءُ ڪري ڇڏي!!!!"

۵

جن واٽن کي انيتا، روزانو ڏسندي هئي ۽ روزانو پنهنجو پاڻ کي، انهن ڏانهن ڏسڻ کان روڪيندي هئي، هڪ ڏهاڙي انهن ئي واٽن تي انيتا کي ساگر ملي ويو. انيتا، گهڻو ئي سوچيو تہ اها هن دنيا جي ڳالهہ نٿي ٿي سگهي، پر جڏهن پاڻ ساگر سان گڏ پنهنجي آفيس وچي موڪل

جي درخواست ڏني تہ ڪيس ڪجھہ ڪجھہ ويساھہ آيو تہ سندس پيرن هينان اهائي ڌرتي هئي، نوٽ ڌرتي! ۽ ڌرتيءَ تي سندس ساڄي پاسي ڪان هلندڙ شخص ساگر ئي هو.

هلي هلي، ڪٿي ويٺو ڪونہ هو، ان ڪري پيرن ڪان هيٺ وارو رستو ئي پوتر بڻجي ويو. انيتا، گهٽي ڪان گهٽي جنهن ڳالهہ جي ڪلپنا بہ ڪئي تہ رڳو ان ڳالهہ جي تهيءَ واٽ ڪڏهن بہ ختم نہ ٿئي ۽ نہ ئي ڪڏهن پير ، وچڙن.

"مون کي تہ هي سڀ ڪجھہ سپنو ٿو ڀاسي." ساگر هلندي هلندي چيو، "مون کي وشواش ئي نہ ٿو ٿئي تہ ڪو مان هنن واٽن تان، توسان گڏجي، هلي ٿو سگهان."

انيتا، چيو ڪجھہ نہ، رڳو پنهنجي ڪنن ڪان پڇندي رهي، تہ "ڇا هوءَ سچ پچ ساگر جو آواز ٻڌي رهي آهي؟"

"ڪڏهن آيا آهيو؟" ڪجھہ وقت ڪان پوءِ انيتا چيو.

"ڪلهہ."

"جيڪڏهن اڄ، واٽ ويندي نہ ملي سگهون ها تہ مون کي ڪل ئي نہ پوي ها!"

"سڌ اٿئي، مان هينئر ڪٿان پيو اچان؟"

"ڪٿان؟"

"تنهنجي گهر ڪان."

"سچ!"

"گهر وڃي، نوڪر ڪان پڇجان.ءِ"

انيتا، پنبڻ چنيي نہ سگهي، هوءَ ساگر جي هٿ ۾ جهليل سگريٽ ڏسندي رهي، ڪن لاءِ انيتا جي دل ۾ آيو تہ پاڻ ساگر کي اها ڳالهہ ٻڌائي ڇڏي تہ ڪيئن نہ پاڻ ساگر جي ڇڏيل سگريٽ جي ٽوٽي کي، دکائي ڇڪڻ شروع ڪيو هئائين، پر پوءِ پاڻ ئي ان ڳالهہ ڪان شرمائجي ويئي.

"تون، ٽڪجي پيئي هوندينءَ؟" ساگر پڇيو.

"مان!....." انيتا، ڪجھہ اهڙي طرح ڪلي پئي. ڄڻ، سندس پيرن سان اڄ تہ ٽڪ جو لفظ ڳنڍي ئي نٿو سگهجي.

"ڪٽي ويهي چانهه پيئون؟"
"جيڪڏهن دل چاهي ٿي، ته."
"مان هتي ڪنهن گهر ۾ ترسيل ناهيان، هوٽل ۾ ترسيل آهيان، اتي هليا هلون؟"
"اتي ئي سهي."
ساگر، هٿ جي اشاري سان، ڪجهه پريان ويندڙ ٽيڪسيءَ کي بيهاريو.
"وهانءُ ته ڪري ڇڏيو هوندءِ؟" هوٽل جي ڪمري ۾ داخل ٿيندي، اوچتو انيتا چيو.
"نه."
"ڇو؟"

ساگر، انيتا جي ويهڻ لاءِ ڪرسي اڳيان ڪئي ۽ پاڻ ڪمري ۾ پسار ڪرڻ لڳو ۽ پوءِ انيتا جي ڪرسيءَ جي پٺيان بيهي چوڻ لڳو:
"جنهن سان وهانءُ ڪرڻو هو، تنهن، مون کان اڳ ئي، ڪنهن ٻئي سان وهانءُ ڪري ڇڏيو. هاڻ مان ڪنهن سان، وهانءُ ڪريان؟" انيتا کي محسوس ٿيو ته، سندس پيرن هيٺان ڌرتي سرڪڻ لڳي هئي. هن ڪرسيءَ جون ٻيئي ٻانهون ائين قابو جهليون، ڄڻ هوءَ پنهنجي پاڻ کي ڪرڻ کان بچائيندي هئي ۽ پوءِ انيتا کي ائين محسوس ٿيو ته ساگر سندس پٺيءَ کي پنهنجي ٻانهن جو سهارو ڏيئي، ڪرڻ کان بچائي ورتو.

انيتا، پاڻ سنڀالي، مٿي نهاريو، ڪرسيءَ جي پٺ کان بيٺل ساگر جو منهن، سندس مٿان جهڪيل هو ۽ ساگر جو ساهه، انيتا جي ڳچيءَ کي ڇهي رهيو هو.

انيتا، ڪجهه ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڳالهائي نه سگهي. انيتا جي چپن تي ساگر جا چپ جهڪيل هئا. بادلن جي تهن مان بجليءَ جي لهرن کي لنگهندي انيتا رڳو پري کان ڏٺو هو، پر هن ويل، پاڻ محسوس ڪيائين ته ڄڻ بجليءَ جون لهرون، سندس شرير جي رڳ رڳ مان ٿينديون، گذري رهيون آهن.
"هي، تو ڇا ڪيو؟" ڪجهه دير کان پوءِ انيتا جي وات مان نڪتو، سندس چپ ڏڪي رهيا هئا، سندس آواز ڏڪي رهيو هو.

ساگر، انيتا جو هٿ جهليو ۽ ڪرسيءَ تان ڪٽي، پلنگ تي ليٽائي ڇڏيو. انيتا ڪان سچ پچ ڪرسيءَ تي ويٺو نٿي ٿيو.
"بجلي بند ڪريان؟" ساگر پڇيو، جيتوڻيڪ اهو ڏينهن جو وقت هو، پر ڪمري جي بند درين ۽ انهن تي لڳل، ٿلهن پردن جي ڪري، ڪمري ۾ اٿاهه اوندهه هئي ۽ انهيءَ ڪري ئي ساگر بتي ٻاري ڇڏي هئي.
"ڇو؟" انيتا پڇيو.
"اڄ، مان توسان ڳالهيون ڪندس، مون ڪان سوجهري ۾ ڳالهيون نٿيون ٿين." ائين چئي ساگر بتي وسائي ۽ پلنگ جي هڪ پاسي ڪان ويهي رهيو.
"تو مون سان ڪڏهن به ڳالهيون نه ڪيون آهن، مان هيترا ورهيه ،پنهنجي پاڻ سان ڳالهيون ڪندي رهي آهيان." انيتا آهستگيءَ سان چيو.
"مان، توسان روز ڳالهيون ڪندو هوس، مان هر رات اهوئي سمجهندو هوس ته تون منهنجي ساڄي پاسي ڪان ستي پيئي آهين." ساگر چيو ۽ انيتا جي مٿان پيل ڪمبل جو هڪ سرو، پنهنجي گوڏن تي ڪندي چيائين، "هن طرح...."
"پر ساگر، تو ڪڏهن به، مون کي ڪجهه نه چيو، هيترا ورهيه ڪجهه نه ٻڌايو؟"
"مان سوچيندو هوس ته تنهنجو وهانءُ ٿي چڪو آهي ۽ مون هڪ وسيل گهر کي اجازت نٿي چاهيو."
"پر ساگر!!...."
"ها، تون ڇا چئي رهي هئينءَ؟ "
"جيڪڏهن ڪوئي ڪنهن جي تخيل ۾ اچي ۽ جيون ۾ نه اچي، ته ڇا تون سمجهين ٿو ته اهو گهر هڪ وسيل گهر ٿيندو آهي؟ شايد نه! نيڻ ٻوٽي، جڏهن ڪائي عورت، ڪنهن ٻئي پرش جو چهرو ياد ڪندي هجي، پر نيڻ کولي، ڪنهن ٻئي پرش جو چهرو ڏسندي هجي ته، ان ڪان وڌو ٻيو ڏوهه ڪهڙو ٿو ٿي سگهي؟"
"مون اهو ڪڏهن به نه سوچيو هو ته ڪو تون مون سان پريم ڪري ٿي سگهينءَ."

”ڇو؟“
ساگر، ڪافي پل ماٺ رهيو، انيتا سندس منهن ڏسندي رهي، پر اوندهه ۾ انيتا کي ساگر جي چهري جو ڪوبه رنگ ڏسڻ ۾ نه آيو.
”حقيقت ۾..... “ ساگر اٽڪي اٽڪي چيو، ”مان خوبصورت ناهيان ۽ تون تمام گهڻي خوبصورت آهين....ان ڪري اڄ به مان ٻتي وسائي پيو توسان ڳالهايان.“
انيتا، پنهنجو مٿو، ساگر جي ٻانهن تي رکيو، سندس سچي سندرتا روئي پيئي هئي، ”سونهن جي سزا، ايڏي وڏي ٿيندي آهي.“
”مان، جڏهن به توسان ملندو هوس، گهر پهچي مون کي بخار ٿي پوندو هو.“
”ڇو؟“
”اندر ۾ گهڻو ڪجهه تڙپي پوندو هو، توکي چوڻ لاءِ، پر مون پنهنجي پاڻ سان وچن ڪري ڇڏيو هو ته توکي ڪڏهن به ڪجهه نه چوندس.“
”انهيءَ ڪري تو منهنجو شهر ڇڏيو؟“
ساگر، هڪڙو هٿ پيرانديءَ کان رکيو ۽ ٻئي هٿ سان انيتا جي قميص جو بٽڻ کوليو ۽ چيو، ”پر اڄ منهنجو صبر ختم ٿي ويو آهي.“
”نه ساگر! نه..... “ انيتا جي وات مان نڪتو ۽ ساگر جو هٿ جهلي، کيس روڪي ڇڏيائين.
”ڇو؟..... “ ساگر جو آواز اٽڪي پيو.
انيتا ڪوبه جواب نه ڏنو، ڪو جواب سندس من ۾ اٿيو ئي ڪونه. ساگر هوريان پلنگ تان اٿيو، ڪمري جي هڪ دري کوليائين ۽ ان جي اڳيان بيهي رهيو. شايد سندس گرم ساهن کي تيز ۽ ٿڌي هوا جي ضرورت هئي، ڪجهه پل هو ڪليل دريءَ وٽ، وڏا وڏا ساهه کڻندو رهيو، پوءِ اتي ئي بيٺي چوڻ لڳو، ”هل انيتا! توکي گهر ڇڏي اچان.“ ساگر جو آواز هڪڙي حڪم جيان هو، انيتا حڪم مڃي ورتو ۽ اُٿي پنهنجو چمپل پاتائين، ساگر چپ چاپ ڪمري جو دروازو کوليو ۽ انيتا کي ساڻ وٺي ٻاهر آيو.
ٽيڪسيءَ ۾ ويهندي، انيتا کي ائين لڳو ته سندس جسم سيٽ ۾

اندر ائين گهڙندو ٿي ويو، جڏهن سندس هيٺان ڪوبہ سهارو نہ هو ۽ هوءَ ڪنهن کاهيءَ ۾ ڪرندي پئي ويئي. ڪنهن ڪيس اوچائيءَ کان هيٺ ڪيرائي ڇڏيو. پئي ڪنهن نہ، سندس پنهنجن ئي هٿن.

انيتا، گهبرائجي، ساگر جي چهري ڏانهن ڏٺو. ساگر جو رنگ بلڪل سفيد ٿي ويو هو. انيتا جون اکيون چڪرائجي ويون.

"ساگ....." انيتا جو آواز "ر" وٽ پهچي، ٽٽي پيو.

ساگر نہ ڪوئي جواب ڏنو ۽ نہ انيتا ڏانهن ڏٺو، چپ چاپ . انيتا کي جڏهن ٽيڪسيءَ جو دروازو کلڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو تہ ڪيس سڌ پئي تہ، هوءَ پنهنجي گهر جي دروازي وٽ اچي پهتي هئي.

انيتا، ٽيڪسيءَ مان لهي، گهر ڏانهن ويندي ڏٺو تہ ساگر ساڻس گڏ نہ هو.هو ٽيڪسيءَ ۾ ويهي چڪو هو ۽ ٽيڪسيءَ جو ڊرائيور، ٽيڪسيءَ کي پنيان موڙي رهيو هو.

انيتا، هٿ مٿي کڻي، ساگر کي ترسي پوڻ لاءِ چيو، پر ساگر شايد ڪجهہ سمجهيو ئي ڪونہ، يا سمجهندي بہ ترسڻ نہ چاهيائين. هن، ٽيڪسيءَ جي دريءَ مان هٿ لوڏيو ۽ انيتا ڏانهن رڳو هڪ لڳان ڏنائين پوءِ هو سڌو رستي ڏانهن ڏسڻ لڳو. انيتا بيٺل ئي رهجي وئي، ٽيڪسي منٽن ۾ ئي، سامهون واري رستي تان بہ لنگهي وئي، ۽ هاڻ رستو بلڪل سنسان هو.

انيتا، دروازي جي چانئٺ ڏانهن ڏٺو، سندس هڪڙو هٿ، چانئٺ کي ائين وڃي لڳو، جڏهن هوءَ چانئٺ کي ڏونداڙي پڇڻ گهرندي هجي : "هي ڇا ٿيو؟ پل اپل ۾ ڇا مان ڇا ٿي ويو."

انيتا، جڏهن ڪمري ۾ اچي، کٽ تي ڪري پيئي تہ ڪيس ڪجهہ سرت پيئي : "هي مون ڇا ڪيو؟ جن هٿن لاءِ مون سمورو جيون اوسيئڙي ۾ ڪاٽيو آهي، انهن هٿن کي مون خالي، موٽائي ڇڏيو.....هاڻ ڇا ڪنديس، مان هن جسم کي....هن شرير کي پوتر رکي، مون ڇا پاتو....ڇا پوترپڻو اهوئي ٿو ٿئي؟" انيتا، پاڳلن جيان پنهنجن هٿن کي ۽ پنهنجن ٻانهن کي ڏسڻ لڳي. انيتا کي پنهنجي جسم مان هڪ مئل جسم جي بوءِ آئي.

هن گهبراهٽ مان چت ڏانهن ڏٺو، چت ۾ لڳل ڪنڊي ڏانهن ڏٺو، پنهنجي تصور ۾، ان ڪنڊي ۾ هن هڪڙو رسو ٻڌو ۽ پوءِ اُن رسي جو ٻيو سرو پنهنجي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏيو: "هيءُ جسم هاڻ ختم ٿي ٿي وڃي ته چڱو آهي. هيءُ جسم، جڏهن اُن جي حوالي ٿي نه ٿي سگهيو، جنهن لاءِ ٺهيو هو، پوءِ هاڻ اهو منهنجي ڪهڙي ڪم جو؟"

انيتا، اٿڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪائنس اٿيو نه ٿيو. سندس سگهه، خون جي ڦڙي ڦڙي جيان، سندس جسم مان ٽمي رهي هئي، هاڻ سندس عضوا، لوڏڻ جي باوجود به نه ٿي لڏيا.

پوءِ شايد هوءَ ڪجهه دير سمهي رهي، ستي ستي ٻڙٻڙائيندي اٿي، "ڪميا ڪج ساگر!.....هڪ ڀيرو ڪميا ڪر.....مون کي، هڪ ڀيرو اچي قبول ڪر....."

انيتا جي دروازي تي ٺڪ ٺڪ ٿي، کيس محسوس ٿيو ته ڇڻ ساگر موٽي آيو آهي. انيتا، ڊوڙندي دروازي ڏانهن ويئي، دروازي تي سندس پٽ بيٺل هو رشمي. هو اسڪول کان آيو هو.

انيتا ڪجهه پل رشميءَ جي چهري ڏانهن ڏسندي رهي. اهڙيءَ طرح، ڄڻ هوءَ کيس سڃاڻي نه رهي هجي.

"ممي!" رشميءَ انيڪ ڀيرا ورجايو.

پوءِ رشميءَ جي چهري ڏانهن ڏسندي ڏسندي، انيتا کيس پنهنجي ٻانهن ۾ ڪٺي ورتو. سندس من ۾ آيو ته: هاڻ، مان هن کي ڪٺي، وٺس ويندي ڏس، ڏس....تنهنجي، پنهنجي صورت.....تنهنجي پنهنجي صورت.....تون مون کان ڪيئن ٿو رسي سگهين....."

انيتا، رشميءَ جا ڪلها چمڻ لڳي. سندس گوڏن کي چمڻ لڳي ۽ پوءِ سندس ڪپڙا بدلائڻ لاءِ، کيس سنان جاءِ ۾ وٺي ويئي.

انيتا جڏهن، رشميءَ جا ڪپڙا بدلائي ڇڏيا، پنهنجا ڪپڙا بدلائي ڇڏيا ته سندس پير اتي جو اتي ڄمي ويا : "هن کي ڀلا اها ڳالهه ڪيئن ٻڌائيندس، هو ڪيئن منهنجي ڳالهه مڃيندو ..... هو، ڪيئن مڃيندو ته منهنجي ٻار جي شڪل ساڻس ملي ٿي....اڄ ڪان پهرئين ته مون سندس هٿ به نه ڇهيو هو...۽ اڄ .....اڄ به ڪهڙو ڇهيو آهي....هي مون ڇا

ڪيو؟؟....“

”هلون ممي!“ رشميءَ، انيتا جو هٿ جهليو ۽ انهيءَ کي ڇڪيندو، ٻاهرئين دروازي ڏانهن وڃڻ لڳو. انيتا، دروازي تائين اچي ويئي، پوءِ نوڪر کي سڏ ڪري، چوڻ لڳي :

”رشميءَ کي سامهون باغيچي ۾ وٺي وڃ.“

۽ پاڻ .....انيتا ٽيڪسي گهرائي، جڏهن ساگر کي تلاش ڪرڻ لاءِ هوٽل ڏانهن وڃڻ گهريائين ته ڪيس خيال آيو ته ڪيس هوٽل جو نالو، ياد نه پيو اچي، ٽيڪسي ڊرائيور ڪيترو ئي وقت، سندس منهن ڏانهن سواليه نظرن سان ڏسندو رهيو، پر انيتا کي ڪجهه به ياد نه پئي آيو. نيٺ انيتا، ٽيڪسيءَ واري کي هڪ روپيو ڏنو ۽ چيائين، ”مون کي ٽيڪسي نه گهرجي.“

انيتا، هوريان هوريان هلندي، سامهون واري بازار ۾ ويئي، هڪ ڊاڪٽر جي دڪان تي وڃي، ٽيليفون جي ڊائريڪٽري (ڏسٽي) جا ورق اٿلائڻ لڳي، هوٽلن جا نالا پڙهندي پڙهندي، هن جڏهن هڪ نالو ”ڪليريج“ پڙهيو ته سندس نيڻ اُتي ئي کپي ويا.

انيتا، ڏڪندڙ هٿن سان ٽيليفون جو نمبر ملايو :

”ڇا، ساگر صاحب، هن وقت موجود آهي؟“ هن پڇا ڪئي.

”ساگر صاحب؟ ڪهڙو ساگر صاحب؟.....اڇا مسٽر ساگر....اهو ته ڪجهه پل ٿيندا ته هن هوٽل مان پنهنجو سامان کڻي هليو ويو.“ انيتا کي هوٽل واري ڏسيو.

ٽيليفون رکندي رکندي، انيتا جي اکين اڳيان اونداهي ڇانئجي وئي.

٦

انيتا کي ياد ناهي ته پاڻ اڳيان ڏينهن ڪيئن گهاريا هئائين، تيز بخار ۾ سرسام جي مريض جيان هوءَ بڙبڙائيندي رهندي هئي، فرق رڳو ايترو هو ته سرسام جو مريض ”اڻيان بڙبڙائيندو آهي، انيتا آهستي آهستي ڳالهائيندي هئي. اندر ئي اندر، بنا آواز جي :

”منهنجي ئي انڪار تي، هن ايتري ڪاوڙ ڪئي، هن کي اهو به ته سوچڻ کپندو هو ته، عورت جي انڪار ۾ روايت پٺي جو ڪيترو نه دخل ٿو ٿئي،

هن مون سان زبردستي ڇو نہ ڪئي، هن کي اڌيڪار هو،....آخر مان سندس ئي شئي هيس، سندس ئي امانت.....سندس ڇهري جو رنگ ڪيترو سفيد ٿي ويو هو...اهو سڀ منهنجو ئي ڏوهہ آهي. مون سندس خودداريءَ کي ڪيترو نہ ڌڪ پهچايو....هو مون کي ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندو، هو سچي چمار مون کي سزا ڏيندو!"

"ڪاش ! مان ڪيس هڪ پتر ئي لکي سگهان ها!" انيتا جڏهن پاڻ کي سنڀالي نہ سگهندي هئي، اهوئي سوچيندي هئي، پر انيتا کي ساگر جي ڏاس جو ڏس نہ هو.

ڪجهہ مهينن کان پوءِ انيتا، ساگر جي هڪ متر وٽان، ساگر جو ڏس، حاصل ڪيو. هن هڪ مختصر پتر لکي رڳو ايترو پڇيو تہ، جيڪڏهن هيءَ ڏس صحيح هجي تہ پوءِ هوءَ ڪيس هڪ تفصيلي پتر لکندي. پتر پهچڻ تي ڪوبہ اطلاع نہ پهتو. نہ ڄاڻ ساگر، ڄاڻي ٻجهي موٽ نہ مڪي، يا انيتا جو پتر ئي ڪيس نہ مليو هو.

انيتا کي بخار رهڻ لڳو ۽ هوريان هوريان ڪيس محسوس ٿيڻ لڳو تہ سندس جيون جي ٻيڙي، سمنڊ جي اٿاهہ پاڻيءَ ۾ گهمندي گهمندي پنهنجو طرف وڃائي ويٺي آهي، هاڻ ڪنهن بہ ڪناري ڪي، سندس پهچ، نٿي پهچي سگهي. پوءِ انيتا ۾ پنهنجي هار مڃڻ جو عجيب قسم جو حوصلو آيو : ٻيو نہ تہ، گهٽ ۾ گهٽ مان سچ تہ ڳالهائي ٿي سگهان، مون کي پنهنجي پتيءَ سان سچ ڳالهائڻ کپي....مون کي پنهنجي پاڻ سان سچ ڳالهائڻ کپي....جي منهنجو من گهر کي ڪنارو نٿو سمجهي، تہ پوءِ فقط پنهنجي جسم جي حفاظت لاءِ، مون کي هن ۾ نہ رهڻ کپي.

۽ هڪ رات، انيتا، اها جرائت پنهنجي زبان تائين وٺي آئي.

"مان هتي رهڻ نٿي چاهيان....."

"ڇو؟......" انيتا جي پتيءَ، سندس اڳيان پيل پنهنجي ڪم جي ڪاغذن تان ڌيان هٽائڻ کان سواءِ ئي پڇيو.

نهنجو اشارو هن گهر ڏانهن آهي."

رام پال هڪ سرسري نگاهہ سان انيتا جي ڇهري ڏانهن ڏٺو، ڄڻ هو سوچي رهيو هجي تہ،هن گهر ۾ هوا بہ سٺي ٿي اچي، روشني بہ آهي، آخر

هن گهر ۾ ڇا جي گهٽتائي آهي؟
"مان جدا رهڻ ٿي چاهيان."

رام پال، ڪجهه تعجب وچان، انيتا جي ڇهري ڏانهن ڏٺو ۽ سندس پيشانيءَ تي هٿ لائي ڏٺو تہ آيا هن کي رزانو جيان اڄ بہ معمولي بخار آهي يا متان يڪدم ۱۰۴ ڊگريون بخار ٿي ويو هو.
"منهنجي زندگي، ڪيئن بہ آهي، ٺيڪ آهي، پر مان توهان جي زندگي تباهہ ڪرڻ نٿي گهران."

رام پال، اڃان بہ ائين ئي سمجهيو تہ انيتا شايد پنهنجي لڳاتار بخار جي ڪري نراس ٿي ويئي آهي، ۽ پا سمجهي ٿي تہ ڪو سندس بخار شايد سلهہ جو بخار آهي.
"مان هميشہ توهان جي عزت ڪندي رهي آهيان، اڄا بہ ڪريان ٿي، پر سوچيان ٿي تہ فقط ڪنهن جي عزت ڪرڻ ئي ڪافي ناهي."

رام پال جون نظرون هڪدم پٽرائجي ويون، کيس محسوس ٿيو تہ ڇڻ، پاڻ سڄو ڏينهن سخت پورهئي ڪان پوءِ هڪڙو رپيو ڪمايو هئائين ۽ پوءِ جڏهن پاڻ اُهو رپيو مٽائڻ ويو هجي تہ ڪوڙو نڪتو هجي.
"توکي ڪهڙي تڪليف آهي؟ انيتا!"
"توهان پاران مليل، ڪابہ تڪليف ناهي."
"تہ پوءِ؟"

رام پال دنيا جي انهن انسانن مان هو، جيڪي زندگيءَ جي ويڪري يا سوڙهي ڪوٽ کي بنا ڪنهن شڪايت جي پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيندا آهن، جيڪي ضرورت مطابق ڪمائيندا آهن، ضرورت مطابق خرچ ڪندا آهن، جيڪي ٻہ ۽ ٻہ چار جي ڪوڙي جي اڳيان ڪنهن خواب جي ٻڙي لڳائڻ واري زندگيءَ کي فضول خرچي سمجهندا آهن.

انيتا، دنيا جي انهن انسانن مان هئي، جيڪي زندگيءَ جي ڳتڙن کي ڳنڍي ڳنڍي ۽ اُڌوڙي اُڌوڙي پنهنجي عضو  جي ماپ تلاش ڪندا رهندا آهن ۽ جيڪي پنهنجي زندگيءَ جي ايڪي جي اڳيان، لڳائڻ لاءِ هميشہ خوابن جون ٻڙيون ڳوليندا رهندا آهن.

انيتا کي اهو ڪڏهن بہ محسوس نہ ٿيو هو تہ ڪو رام پال جي سڪيا

غلط هئي ۽ سندس پنهنجي سکيا نيڪ هئي. هوءَ رڳو اهوئي سمجهندي هئي تہ ٻنهي جي سکيا الڳ الڳ هئي. انيتا کي اها بہ سڌ هئي تہ رام پال جهڙن ماڻهن جو جيون بلڪل سادو ٿو ٿئي، بلڪل مطمئن ۽ انيتا جهڙن ماڻهن جو جيون ڏاڍو ڪنن ٿو ٿئي ۽ ڏاڍو بيچين، پر جهڙي طرح هوءَ رام پال جو مزاج نٿي بدلائي سگهي، اهڙي طرح پنهنجو بہ نٿي بدلائي سگهي.

"انيتا!"

"جي!"

"مون اهو ڪڏهن بہ نہ سوچيو هو تہ ڪو توکي هن گهر ۾ ڪا تڪليف، آهي؟"

"مون کي سچ پچ ڪائي تڪليف ڪانهي."

"پوءِ هي سڀ ڪجهہ ڇا آهي؟"

"فقط اهو تہ هتي، مون کي پنهنجو وجود ڇڻ بيجان ٿو لڳي."

"تون ڪيڏانهن ٿي وڃڻ چاهين؟"

"خبر ڪانهي." ۽ پوءِ انيتا، خود ئي پنهنجي ڳالهہ تي مرڪندي چيو: "هتي مون ٽي ائين ٿو پاسي تہ مان جيئڻ بنا مري ويندس، مون کي موت جو ڀؤ ناهي، پر مان مرڻ کان اڳ ڪجهہ ڏينهن جي، ڏسڻ ٿي چاهيان، پوءِ ڀاي آهي ڏينهن گذرائي چوندہ هجن."

رام پال ڪجهہ وقت سوچيندو رهيو ۽ پوءِ چوڻ لڳو: "ڇا، توکي اهو خيال، ان وقت کان تہ اچڻ ناهي لڳو، جڏهن کان تون خود ڪمائڻ لڳي آهين."

"نہ، بلڪ نوڪري تہ مون ان ڪري شروع ڪئي هئي تہ مان ڪنهن طرح رڌل رهي سگهان ۽ منهنجي دل مان اهو خيال نڪري وڃي....مان اول کان گهر جو وڏيڪ ڪم ڪار بہ ان ڪري ڪندي رهي آهيان.....مان ٻار جا هڙئي ڪم بہ تڏهن ئي پنهنجي هٿ سان ڪندي آهيان....پر اهو سڀ ڪجهہ....."

انيتا ٽڪ ڪان ڪر پڳا ۽ چيائين : "ان مان ڪجهہ نہ وريو."

"تون؟" رام پال ڪجهہ پڇڻ گهريو، پر کيس محسوس ٿيو تہ سندس زبان اٽڪي پئي آهي، هو ڪجهہ پل چپ رهيو، پوءِ ڇڻ زبان تي ڏاڍو زور ڏيئي

چوڻ لڳو هجي، "منهنجو مطلب آهي...." رام پال جي زبان، وري بيهي ويئي.
"ته منهنجي جيون ۾ ڪو ٻيو مرد آهي يا نه؟" انيتا پاڻ ئي چئي ڏنو.
رام پال ڪجهه نه چيو، فقط جواب جو انتظار ڪندو رهيو.
"آهي ۽ ناهي به."
رام پال کي زندگيءَ جي سوال ڪان يا جواب ڪان پؤ نه ٿيندو هو، ڇو ته هو سڌي نموني سوال ڪندو هو ۽ آسانيءَ سان سوال کي حل ڪري وٺندو هو، پر هن وقت رام پال کي محسوس ٿيو ته زندگي فقط جوڙ ۽ ونڊ جو سوال نه هئي، ضرب ۽ ڪٽ جو سوال نه هئي، زندگي هڪ ڳجهارت هئي، جنهن کي حل ڪرڻ لاءِ ڪيس هن وقت پؤ ٿي رهيو هو.
"اهو مون ان ڪري چيو ته، اهو شخص منهنجي جيون ۾ ايترو ناهي، جيترو منهنجي تخيل ۾."
ڪرئي شخص، انيتا جي جيون ۾ ڪيترو ۽ سندس تخيل ۾ ڪيترو آهي، ان حساب ڪتاب کي ڇڏي، رام پال رڳو اهو ڄاڻڻ چاهيو ته، "اهو ڪير آهي."
"ساگر....." انيتا اڃان اهو سوچي رهي هئي ته پاڻ ساگر جو نانءُ پنهنجي پتيءَ کي ڏسي يا نه....جو ان جو نانءُ انيتا جي وات مان ائين نڪري ويو، جيئن ڪو، ستل ماڻهو ٻڙٻڙائي اُٿندو آهي.
رام پال، ڪافي وقت ڪجهه نه ڳالهايو، ڄڻ هو وڏو حساب ڪتاب ڪندو هجي، پوءِ عجب مان انيتا جي چهري ڏانهن ڏسندي چوڻ لڳو، "مان سمجهان ٿو ته ڪيس ڪلڪتي مان وئي ته ڪافي ورهيه ٿي ويا آهن."
"ست - اٺ ورهيه."
"ان عرصي ۾، ڪڏهن پاڻ هتي آيو؟"
"هڪ ڀيرو!"
"ڪيترن ڏينهن لاءِ؟"
"مان ساڻس فقط ڪلاڪ ڪن لاءِ ملي هئس، مون کي اها سڌ ناهي ته هو هتي، ڪيترا ڏينهن هو."
"هو توکي پتر لکندو آهي؟"

"ڪڏهن به به."
رام پال کي اهو سڀ ڪجهه ڏاڍو عجيب لڳو ۽ ان حيرانيءَ کي گهٽ ڪرڻ لاءِ پاڻ اها ڳالهه به پڇيائين، جيڪا هن پڇڻ نٿي چاهي :
"تون ۽ ساگر ڪڏهن....."
"جنهن لحاظ کان توهان پڇڻ چاهيو ٿا، ان لحاظ کان ڪڏهن به نه." انيتا جواب ڏنو، پر ڪيس اهي سڀ سوال ۽ سڀ جواب ائين محسوس ٿيا، ڄڻ ڪنهن جي، وقت - ڏسٽي يا سائيڪل گم ٿي ويئي هجي ۽ اهو ٿاڻي تي رپورٽ لکرائي رهيو هجي.
پال کي حيرت ضرور ٿي، تمام گهٽي حيرت/ پر ڪيس ڪاوڙ نه آئي. ڪجهه منٽن کان پوءِ رام پال کي محسوس ٿيو ته سندس حيرت، هڪڙي اٿاهه نراسائي بڻجندي پئي وڃي. ان نراسائيءَ کان بچڻ لاءِ هن سوچيو ته، جي ڪيس ڪجهه وقت لاءِ ڪاوڙ اچي وڃي ته ڏاڍو سٺو ٿئي.
هن پوءِ انيتا جي چهري ڏانهن ڏٺو ته من ڪاوڙ کي اُڀارڻ لاءِ شايد ڪا راهه ملي وڃي، پر انيتا جو چهرو، ايترو ته ڪمزور ۽ نراس هو، جو رام پال کي محسوس ٿيو ته سندس پير گهري نراسائيءَ ۾ اچا وڌيڪ گهڙي ويا.
ڪجهه دير کان پوءِ رام پال هڪڙو ساهه کنيو ۽ انيتا کي ايترو نه، جيترو پنهنجي پاڻ کي چيائين : "منهنجا رشتيدار اول کان ئي مون کي چوندا هئا ته، "مان توتي سختي ڪريان."
"پوءِ ته پاڻ ڏاڍو سنو ٿئي ها!" انيتا ترت وراڻيو.
"سنو ٿئي ها!" رام پال حيرت مان چيو.
"ڏاڍو سنو ٿئي ها! ۽ مون ڪاڻ ئي هي سڀ ڪجهه سوکو ٿي پئي ها! چوته جيڪو ماڻهو سختي ڪري، ان سان نفرت ڪري ٿي سگهجي ۽ جنهن سان نفرت ٿي وڃي، ان سان عليحدگي، اختيار ڪرڻ ۾ دير نه لڳندي، پر اوکو ته اهو وقت ٿيندو آهي، جڏهن ڪوئي سختي نه ڪري، سندس من، ستائڻ به اوکو ٿيو پوي ۽ سندس اڳيان ڪوڙ ڳالهائڻ به مشڪل ٿيو پوي."
انيتا چيو ۽ سندس ڳوڙها وهي پيا....

٧

انيتا ويٺي ٿي تہ هڪڙي خاموشي ساڻس گڏ ٿي ويٺي، انيتا هلي تہ هڪڙي ٽڏي ٽڏي خاموشي ساڻس گڏجي ٿي هلي. اهڙيءَ طرح انهن ڏهاڙا لنگهي ويا. هوءَ هر هنڌ ان خاموشيءَ جي پاڇن کي ساڻ کڻي پئي ڦري، انيتا جي پتيءَ چيو هو تہ، "پاڻ سندس ڳالهہ جي ورندي سوچي رهي آهي."

هڪ ڏهاڙي ان ٽڏي خاموشيءَ جي رڳن ۾، گرم گرم خون ڊوڙي ويو. انيتا، آفيس وڃي رهي هئي، ڪيس بس ۾ ساگر جو هڪ متر مليو. رام نالي،

هيءَ اهوئي متر هو، جنهن کان هڪ ڏهاڙي انيتا، ڏس پڇي، ساگر کي پتر لکيو هو. هو بلڪل اڳين سيٽ تي ويٺو هو، انيتا، بس ۾ چڙهندي ڪيس سڃاتي ورتو، جيتوڻيڪ انيتا پنهين سيٽ تي ويهي ٿي سگهي پر ان سيٽ تي ڪنهن بہ عورت کي ويهاريائين تہ جيئن پاڻ ٻيهي سگهي ۽ ماڻهن جي رش مان نڪري، اڳين سيٽ جي ويجهو ٿي سگهي. شايد هو ساگر جي باري ۾ ڪا ڳالهہ ٻڌائي....

ساگر جي متر، جڏهن پنهنجي ڪاٻي پاسي انيتا کي بيٺل ڏٺو تہ پنهنجي سيٽ تان اٿي بيٺو ۽ انيتا کي ويهڻ لاءِ چيائين.

انيتا، سيٽ تي ويهڻ نٿي گهريو، هن تہ فقط ساگر جو ذڪر ٻڌڻ ٿي گهريو. پر، هن جي زور ڀرڻ تي انڪار نہ ڪري سگهي ۽ سيٽ تي ويهي رهي.

سيٽ جي پٺ تي هٿ رکي، ساگر جو متر ڪجهہ پل ماٺ ڪري بيٺو رهيو، پوءِ، انيتا ڏانهن ٿورو جهڪي پڇڻ لڳو :

"ساگر جو هاڻ ڪهڙو حال آهي؟"

انيتا حيرت ۾ پئجي ويئي، چڻ چوندي هجي : "اها ڳالهہ تہ مون توکان ٿي پڇڻ گهري، تون مون کان پيو پڇين!"

"هاڻ اڳي کان ڪجهہ بهتر هوندو؟"ساگر جي متر جڏهن اهو چيو تہ انيتا کي خيال آيو تہ "حال پڇڻ مان هن جو مقصد، فقط ساگر متعلق ڪجهہ پڇڻ ئي نہ بلڪ سندس بيماريءَ جو حال معلوم ڪرڻ هو." انيتا گهٻراهٽ مان ڪيس چيو :

”ڇا پاڻ بيمار آهي؟“
”توکي سڌ ناهي؟ انيتا!“
”نہ......“
”توکي، هن پتر نہ لکيو؟“
”نہ......“
”سندس نروس بريڪ ڊائون ٿي ويون. هو......ائين ٿي....“
”اها ڪڏهن جي ڳالهہ آهي؟“
”ڪافي ڏينهن ٿيا آهن، ورهيہ ڪن ٿيندو، ان ڳالهہ ڪي...جڏهن پاڻ هڪ ٻن ڏهاڙن لاءِ دهلي آيو هو، شايد توسان مليو بہ هو، ان کان پوءِ مهيني جي ڳالهہ آهي، مون وٽ بہ سندس پتر ان وقت پهتو هو، ان کان پوءِ مون ڪيترائي پتر لکيا، پر شريف ماڻهو، جواب ئي نٿو ڏي.“
”پر هاڻ تہ ٺيڪ ٺاڪ هوندو؟....“ انيتا اها ڳالهہ ايتري پڇي ڪانہ، جيترو پنهنجي پاڻ کي تسلي ڏيڻ لاءِ چئي هئائين.
”ويجهڙ جي سڌ ناهي، پر ٻہ ٽي مهينا ٿيندا تہ هڪڙو ماڻهو ڪلڪتي کان آيو هو، ان مون کي ٻڌايو هو تہ ساگر جي طبيعت ڏاڍي خراب آهي.“
اوچتو ان متر، ٻاهر ڏانهن ڏٺو ۽ چيو، ”تنهنجي آفيس اچي ويئي آهي، انيتا!“

انيتا، بس مان لهي پئي پر پنهنجي آفيس جي ٻاهر کان لڳل وڏي وقت - ڏسڻيءَ کي ڏسندي کيس محسوس ٿيو تہ پاڻ بہ هڪ وقت - ڏسڻي آهي، سماج جي ديوار تي لڳل هڪ وقت - ڏسڻي.... جنهن جي دل، سڀ چمار هن ئي پيٽيءَ تي ويهي ٽڪ ٽڪ ڪندي رهندي ۽ سندس خيالن جا ڪانٽا، انهن ئي انگن تي سڀ چمار ڦرندا رهندا، پر کيس هن ديوار تان لهي، ٻئي ڪنهن هنڌ وڃڻ، نصيب نہ ٿيندو.
انيتا ڪجهہ وقت آفيس ۾ ئي ويٺي رهي، پنهنجي اڳيان رکيل آفيس جي ڪاغذن کي ڏسندي رهي، بہ کيس محسوس ٿيو تہ اڄ سندس ڇاتي ڪٿي اٽڪي پيئي آهي، سندس دل جي ٽڪ ٽڪ بيهندي پئي ويئي. هن موڪل جي درخواست لکي ۽ آفس مان اٿي ٻاهر نڪري وئي.
دستور موجب، انيتا پنهنجي آفيس جي ٻاهر واري بس اسٽاپ تي بيهي

رهي، پر جڏهن سندس گهر ڏانهن ويندڙ بس آئي ته ڪانئس بس ۾ چڙهيو ئي نه ٿيو.

جڏهن، بس هلي وئي ته انيتا اڳئين رستي ڏانهن هلڻ لڳي، هوءَ هن رستي تي چو هلي رهي هئي. هيءُ رستو اڳيان کهڙي پيچري سان وڃي ملندو ۽ اهو پيچرو اڳيان ڪهڙي طرف مڙندو ۽ پوءِ اهو پيچرو ڪهڙو دڳ وٺندو؟ انيتا اهو سڀ ڪجهه وساري ڇڏيو. ڪيس فقط ايترو محسوس ٿيو ته، هلندي هلندي پاڻ ساگر جي سيرانديءَ ڪان اچي بيٺي آهي ۽ شيشيءَ مان ساگر کي دوا پياري رهي آهي.....هاڻ هوءَ ساگر لاءِ چانهه جي هڪ پيالي تيار ڪري آئي آهي....هلڻ هوءَ، هن ويل ڪٽ جي ڪاٺي ايس تي ويهي، ساگر جي پيرن کي زور پئي ڏي....۽ هن ويل....پنيان ڪان ايندڙ هڪ موٽر ايترو ته ڏاڍيان هارن وڃايو، جو انيتا کي ڀاسيو ته، ڇڻ سندس مٿي سان ڪا شئي ٽڪرائجي وئي آهي. انيتا پنهنجي ٻنهي هٿن سان پنهنجي مٿي کي ڏونڌاڙيو ۽ پوءِ ٿڪ ڪان، سامهون چوواٽي تي ٽهيل، وڏي ڏکي/ٿلهي تي، هڪڙي وڻ جي ڇانوري ۾ ويهي رهي. هونئن ته ٿورو پري، ٻئي وڻ جي ڇانوري ۾، هڪڙي ٻئنچ به پئي هئي ۽ ان جي پرسان ٻي بئنچ به پيئي هئي، پر انيتا کي ٿڌي ۽ نرم گاهه جو وڇاڻو، سندر لڳو. پنهنجا ٻيئي هٿ گاهه تي گهمائيندي هن پنهنجي پيرن مان چمپل لاهي ڇڏيو ۽ گاهه جي گهم تي پيرن جون تريون رکي ڇڏيائين. انيتا کي ٿورڙو آنند محسوس ٿيو، پيرن کي ڇهندڙ ڏرتيءَ جي ٿڌاڻ، انيتا جي دماغ جي رڳن کي آنند ڏيڻ لڳي ۽ انيتا سوچڻ لڳي، آخر هي سڀ ڪجهه ممڪن چو نٿو ٿي سگهي؟ جنهن طرح مان ڪري رهي آهيان. سوچيان ڪجهه ٿي ۽ ڪريان ڪجهه ٿي، اهو سڀ ڪجهه منهنجو پنهنجو ڏوهه آهي ۽ آخر ۾ اهو ڪنهن جو به ڪجهه ٿاهي نه سگهندو. هاڻ مون کي چٽيءَ طرح نظر پيو اچي ته مان خود ئي ڪنهن ڏهاڙي، پنهنجو هٿ جهلي پنهنجي پاڻ کي پاڳل خاني جي سيخن جي پٺيان ڇڏي ڏينديس. انيتا پاڳلپڻي جي خيال ڪان ٿورو ڪنبي وئي پاڳلپڻي جي جيئڻ ڪان ته موت بهتر آهي.

املداس جي وڻ مان پيلا گل ڇڻي رهيا هئا. انيتا گلن جي هڪ مٺ

پري ۽ پنهنجي نيٽن سان لڳائي سوچڻ لڳي : منهنجي اڳيان ٻه واٽون آهن، هڪ ته مون ڏسي ڇڏي آهي ته سڌو پاڳل خاني جي دروازي ڏانهن ٿي وڃي ۽ ٻي....مون کي پڪي خاطري ته ڪانهي ته اها ڪيڏانهن ٿي وڃي ۽ اها واٽ ڪيتري اوکي آهي، سماجي اوکائپ کان سواءِ، شايد قانوني رڪاوٽون به هجن.....۽ وڌ ۾ وڌ موت جي رڪاوٽ هوندي. انيتا پنهنجي من ۾ قسمت جي وڏي ۾ وڏي ظلم ۽ ڏاڍ جو تصور ڪري ورتو ۽ پوءِ هڪڙي فيصلي جيان پنهنجو پاڻ کي چيائين، پر پوءِ به اها واٽ وٺڻ هن پهرئين واٽ ڏانهن وڃڻ کان گهڻو بهتر آهي.

انيتا، چمپل پاتو ۽ هڪ ئي سٽ سان اهڙي طرح اٿي بيٺي، ڄڻ هاڻ جو هاڻ ۽ انهن پيرن سان ڪيس ٻي واٽ ڏانهن وڌڻو هو.

٨

انيتا، مڙني شين تي هڪ نگاهه وڌي، الماڙيءَ ۾ پيل پنهنجي ڪپڙن ڏانهن به ڏنائين ۽ منهن ڦيري ڇڏيائين، ڄڻ ڌوٻيءَ جي پل جي ڪري ڪيترن ئي گهرن جا ڪپڙا پاڻ ۾ ملي ويا هجن ۽ هوءَ هڪ هڪ ڪپڙي کي ڏسندي ۽ سڃاڻپ ڪندي، چئي رهي هجي : هيءَ به منهنجو ناهي، هيءَ به منهنجو ناهي. انيتا سڄي گهر تي نظر وجهي، پنهنجي پاڻ کي چيو، "هن گهر ۾ منهنجي فقط هڪڙي ئي شئي آهي: منهنجو ٻار."

انيتا، اسڪول جي پرنسيپل کي هڪڙو پنو لکيو ته، رشميءَ جو نانءُ ڪٽي ڇڏيو، ۽ ان کي اسڪول ڇڏڻ جو سرٽيفڪيٽ ڏيئي ڇڏيو ته جيئن پاڻ ٻئي شهر ۾ وڃي، رشميءَ کي ڪنهن اسڪول ۾ داخل ڪرائي سگهي.

هڪڙو پتر انيتا پنهنجي آفيس ڏانهن لکيو ته سندس استعيفيٰ منظور ڪئي وڃي، پر اهو پتر انيتا ڦاڙي ڇڏيو، ڇوته ڪيس خيال آيو ته پاڻ اهو پتر لکيائين ته ڪيس هڪ مهينو ٻيو به آفيس وڃڻو پوندو. استعيفيٰ وارو پتر ڦاڙي، درخواست لکي ته سندس طبيعت ٺيڪ ناهي، ان ڪري ڪيس هڪ مهيني جي موڪل ڏني وڃي. هن سوچيو ته ايندڙ مهيني پاڻ استعيفيٰ لکي اماڻي ڇڏيندي.

ٻئي ڏهاڙي صبح جو انيتا رشمي ءَ کي اسڪول وٺڻ نه ڏنو ۽ پنهنجي

پتيءَ کي چيائين:
"اڄ مان اسڪول مان هن جو سرٽيفڪيٽ وٺي، ويندس هلي."
انيتا جو پتي ڪجهه وقت انيتا جي چهري ڏانهن ڏسندو رهيو ۽ پوءِ ڪا ورندي ڏيڻ کان سواءِ ئي، پنهنجا ڪاغذ کڻي، پنهنجي ڪم تي هليو ويو.
انيتا، پنهنجي پگهار مان گڏ ڪيل پئسن جو حساب لڳايو ۽ بارڙي کي ساڻ کڻي، بازار مان ڪجهه شيون وٺڻ وئي.
جڏهن انيتا شيون خريدي، واندي ٿي ته منجهند ٿي چڪي هئي، هوءَ جلدي جلدي رشميءَ جي اسڪول ڏانهن وڃڻ لڳي.
"معاف ڪجو. اسان توهان کي سرٽيفڪيٽ نٿا ڏئي سگهون."
پرنسيپل نرميءَ سان چيو.
پر انيتا کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ پرنسيپل جو انڪار هڪ پٿر جيان سندس پيرن تي اچي ڪريو هو.
"پر سرٽيفڪيٽ کان سواءِ ته هيءَ ڪٿي به داخل نٿو ٿي سگهي."
"ها، سرٽيفڪيٽ کان سواءِ هيءَ ڪٿي به داخل نٿو ٿي سگهي."
"پوءِتوهان....."
"هن جي پتا جي اجازت کان سواءِ، اسان هن کي سرٽيفڪيٽ نٿا ڏيئي سگهون. ڇوته هن تي قانوني حق، هن جي پتا جو آهي. هن جو پتا، صبح جو اسان کي منع ڪري ويو آهي."
انيتا جنهن وقت پرنسيپل جي ڪمري کان ٻاهر آئي ته کيس محسوس ٿيو ته ڄڻ رستو سندس اکين جي ٻاٽيءَ ۾ ٻڏي ويو هجي.
ان وقت انيتا، ٻارڙي جو هٿ نه جهلي رکيو هو، بلڪ ٻارڙي انيتا جو هٿ جهلي رکيو هو. ٻارڙو جڏهن ماءُ کي سنڀالي گهر وٺي آيو ته ان ماءُ جي پيشانيءَ تي هٿ رکي ڏٺو، ماڻس کي شديد بخار هو.
"هي ديوارون نه ٽٽنديون.... ڪڏهن ڪونه ٽٽنديون." انيتا نيم بيهوشيءَ ۾ چيو ۽ روئڻ لڳي.
"ممي!" ننڍڙي ٻارڙي پنهنجون ٻيئي ننڍيون ٻيون ڪوڙيون ۾ ماءُ جي ڇاتيءَ تي چڙهندي چوڻ لڳو: "ممي! روءُ نه....مان جڏهن وڏو ٿيندس، سڀ ديوارون

ٽوڙي ڇڏيندس."

روئيندي انيتا، پارڙي جي چهري ڏانهن ڏسڻ لڳي، بخار جي شدت کان انيتا جون اکيون ڦاٽي رهيون هيون. پار جو چهرو ڪيس هڪ سگهاري ۽ جوان مرد جو چهرو ڏسڻ ۾ آيو. هڪ حقيقي دوست جو چهرو، هڪ حقيقي محبوب جو چهرو، جيڪو هن وقت، ماءُ سان ڳالهيون نہ ڪري رهيو هو، بلڪ هڪ عورت جي مجبوريءَ سان ڳالهيون ڪري رهيو هو، پارڙي کي ماءُ جي دک جي ڪا سڌ نہ هئي، ڪانئس رڳو ماءُ جي اکين جا ڳوڙها ڏنا نٿي ٿيا، هن دائمي مرد بڻجي، هڪڙي دائمي عورت جي اکين جا ڳوڙها اگهي ڇڏڻ ٿي گهريا.

انيتا، بيقراريءَ مان پارڙي کي ٻانهن ۾ ڪٺي ورتو، پنهنجي رت کي ٻانهن ۾ ڪٺي ورتائين ۽ پوءِ بخار جي شدت کان بيهوش ٿي وئي.

رات جو پوئيون پهر هو. انيتا پاسو ورايو، ڪيس محسوس ٿيو تہ سندس مٿي تي ڇڻ آلن ۽ ٿڌن ڪپڙن جي هڙ رکيل هجي، جنهن جي بار کان سندس ڳچي ٽنٽندي ٿي وئي، انيتا هٿ سان پنهنجي مٿي کي زور ڏنو. مٿي تي واقعي هڪ آلو ۽ ڳرو ڪپڙو ويڙهيل هو. هن هٿ سان ڪپڙي کي ڇڪيو.

"هينئر ٺي نہ. بخار ڪجهہ اجان بہ گهٽجي، پوءِ." پرسان ٺي هڪ اجاتي عورت چيو. انيتا سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪئي تہ پاڻ هن وقت ڪٿي آهي ۽ هيءَ عورت ڪير آهي، پر پاڻ نہ ڪجهہ سڃاڻي سگهي ۽ نہ ڪجهہ پڇي سگهي، تمام گهري ننڊ جهڙي ڪا شئي سندس نيڻن ۾ سموئجي وئي.

ٻئي ڏهاڙي، جڏهن انيتا جي ننڊ کلي تہ ڏٺائين تہ سندس ڪٽ وٽ بيٺل سندس پتي، ڪنهن سان ڳالهائي رهيو هو ٻيو شخص شايد ڊاڪٽر هو، ڇو تہ انيتا کي هوش ايندي ٺي، ان جهڪي انيتا جي نرڙ کي هٿ لاتو، سندس نبض ڏٺي ۽ پوءِ ڪجهہ پريان بيٺل، رات واري عورت کي دوا پيارڻ لاءِ چيائين، اها عورت، انيتا سوچيو تہ ڊاڪٽر سان گڏجي آيل نرس هوندي.

"رشمي...." انيتا جون اکيون ڪمري ۾ ڪجهہ ڳولڻ لڳيون.

"اهو اسڪول ويو آهي." انيتا جي پتيءَ انيتا جي ويجهو اچي چيو ۽ پوءِ

پڇيو، "ہي ڪا شئي ڪپي؟"
"هڪڙو سگريٽ....."
انيتا جي پتيءَ، ڊاڪٽر کان پڇي، انيتا کي سگريٽ ڏنو، پر انيتا جي وات ۾ دوا جو ڪوڙو ذائقو هو يا ڪڙاڻ. جو ڪيس سگريٽ جو ذائقو عجيب قسم جو لڳو ۽ هن بيزاريءَ مان سگريٽ کي پاسيرو رکي ڇڏيو.
ڪجھ ڏينهن بخار جو سلسلو جاري رهيو، اوچتو ئي اوچتو بخار تيزيءَ سان وڌي ٿي ويو ۽ پوءِ يڪدم لهي ٿي ويو. انيتا کي محسوس ٿيندو هو تہ ڪڏهن تہ پاڻ تمام گرم پاڻي ۾ ٽٻي ٿي هنيائين ۽ ڪڏهن سندس جسم ٿڌي پاڻي ۾ ٻڏي ٿي ويو. جڏهن بہ انيتا جي اکين ۾ آسرتي گهٽ ٿيندي هئي، هوءَ ڪمري ۾ ڪجھ ڳولڻ لڳندي هئي ۽ پوءِ پڇندي هئي.
"رشمي...."
"اهو اسڪول ويل آهي." جيڪو بہ انيتا جي ڪٽ اڳيان بيٺل هوندو هو، ڪيس اهوئي چوندو هو.
پوءِ انيتا جو بخار هڪڙي معمول جيان چڙهڻ لهڻ لڳو. هڪ ڏينهن شام جو وقت هو، انيتا رشميءَ کي سڏڻ لاءِ چيو ۽ جڏهن ڪيس ساڳيو روزانو وارو جواب مليو تہ انيتا تڙپي، ڪٽ تي اٿي ويٺي.
"هي ڪهڙو وقت آهي؟ اسڪول وڃڻ جو...هاڻ تہ رات ٿيڻ واري آهي."
"رشمي بورڊنگ هائوس هليو ويو آهي، هتي گهر ۾ ڪيس تڪليف ٿيندي هئي."
جنهن عورت، اها ڳالھ چئي، انيتا غور سان ان جي منهن ڏانهن ڏٺو ۽ انيتا محسوس ڪيو تہ هيءَ روزانو واري عورت نہ هئي، ہي ڪا هئي.
"تون ڪير آهين؟"
"تو مون کي سڃاتو ڪونہ. مان شانتي آهيان."
"شانتي؟..."
انيتا پنهنجي يادداشت تي زور ڏنو ۽ پوءِ ڪيس ياد آيو تہ هن "شانتي" کي ڪٿي ڏٺو هو. رات جو انيتا جي پتيءَ ڪيس ياد ڏياريو تہ، شانتي، پري جي سڱ جي ڀيڻ هئي ۽ انيتا جي سار سنڀال لاءِ ڪيس خاص

طور تي گهرايو ويو هو.

ان ڏهاڙي انيتا کي، شانتيءَ جي چهري ڏانهن ڏسندي جيڪو اوپرائپ جو احساس ٿيو هو، اهو ڪجهه ئي ڏينهن ۾ ختم ٿي ويو. شانتي، ان نرس جي پيٽ ۾، انيتا جو تمام گهڻو خيال رکندي هئي. ڪڏهن انيتا جي پيرن کي زور ٿي ڏنائين. ڪڏهن انيتا سان، رشميءَ متعلق ڳالهيون ڪرڻ ويهي رهندي هئي ۽ ڪڏهن وري انيتا جي چوڻ تي ڪو ڪتاب پڙهي ٻڌائيندي هئي.

پوءِ انيتا جو بخار لهي ويو، پر جنهن وقت هوءَ سنان جاءِ ۾ وڃي سنان ڪندي يا، هٿ منهن ڌوئڻ جي ڪوشش ڪندي هئي يا ڪپڙا بدلائيندي هئي ته کيس هلڪو هلڪو بخار ٿي پوندو هو. انيتا جو جسم ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿي رهيو هو. کيس هر وقت ٿڪ رهندو هو ۽ آهستي آهستي ڪا شئي، سندس جان کي ڳاري رهي هئي.

"بس ٿورڙي طبيعت ٺيڪ ٿئي، پوءِ رشميءَ سان ملڻ هلنداسين" انيتا جو پتي، ٻئي، ٽئين ڏينهن انيتا کي چوندو هو ۽ انيتا پورو زور لڳائي، پنهنجي عضون ۾ سگهه جي لهر ڊوڙائيندي هئي.

منهنجو رت، پاڻي ٿيندو پيو وڃي، انيتا پنهنجي دل ۾ سوچيندي هئي ۽ پوءِ پنهنجن هٿن کي ڏسڻ لڳندي هئي، هٿن ۽ ٻانهن جو پيلو ٿيندڙ رنگ کيس ڳاڙهاڻ جي هڪ لهر پنهنجي رڳن ۾ پيدا ڪندي هئي، دوا پيئندي، هوءَ هميشه اهو سوچيندي هئي ته هيءَ دوا جڏهن سندس رت سان وڃي ملندي ته هڪڙي چرپر پيدا ڪري ڇڏيندي، پر هوءَ جڏهن به دوا پيئندي هئي ته سندس جسم اندر ۾ اجا به ڳرڻ لڳندو هو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ انيتا دوا پيئڻ ڇڏي ڏني. هوءَ ڇڻ هڪڙي ضد تي اچي بيٺي ته پاڻ ڪابه دوا نه پيئندي.

انيتا، دوا ته ڇڏي ڏني پر هاڻ پاڻيءَ جو هڪڙو ڍڪ به دوا جيان کيس تڪليف ڏيڻ لڳو. هوءَ ڪيترا ئي پيرا، سخت اُڃ جي ڪري پاڻي پيئندي هئي. پاڻي پيئندي ئي سندس زبان ۽ نڙي، خشڪ ٿي ويندي هئي، انهن ڏينهن ۾ سندس هٿن ۽ پيرن جون ترين به عجيب طرح سان ڦاٽي پيون هيون. سندس رڳ رڳ ۾ ڄڻ ڪجهه سڪندو پئي ويو.

رات جي آڌيءَ ويلي، انيتا کي ننڊ ۾ پنهنجي خشڪ نڙيءَ مان ساهه کڻڻ اوکو ٿي پيو ۽ گهٻرائجي مان سندس اک کلي پئي. :
پاڻي....." انيتا جي وات مان نڪتو، پر پاڻ سوچيائين ته آڌي رات جو شانتيءَ کي نه جاڳايان، هوءَ هوريان هوريان اٿي ۽ ڪمري ۾ رکيل پاڻي ڳولڻ لڳي.
شانتي شايد آواز تي اٿي پئي، جلديءَ سان انيتا کي کٽ تي ويهاري چوڻ لڳي، "مان اجهو ٿي پاڻي کڻي اچان." ڪمري ۾ شايد پاڻي ڪونه هو. شانتي پرواري ڪمري مان نڪري رڌڻي مان پاڻي پرڻ وئي. شانتي کي وئي اڃا ڪجهه پل ئي ٿيا هئا جو انيتا کي محسوس ٿيو ته اڃ کان چڻ سندس ساهه بيهندو پيو وڃي ۽ هاڻ پاڻ هڪ به منٽ به انتظار نه ڪري سگهندي.
انيتا جڏهن ٿڙندڙ ٿاٻڙجندڙ پيرن سان، شانتيءَ جي پنيان رڌڻي ڏانهن وئي ته ڏٺائين ته، شانتي، پاڻيءَ سان پريل گلاس کي گهڙي وٽ رکي، منجهس هڪ اڇي شيشي مان الائجي ڇا جا ڦڙا پئي وجهي.
انيتا حيرت ۾ پئجي ويئي، هن شانتيءَ کي سڏ ڪيو، پر سندس آواز شايد نڙيءَ مان نه نڪتو. شانتي جڏهن پاڻيءَ جو گلاس کڻي، واپس مڙي ته انيتا سامهون بيٺي هئي. انيتا، شانتيءَ جي اکين ۾ ڏٺو ۽ شانتيءَ، انيتا جي اکين ۾. شانتيءَ ڪجهه چوڻ ٿي گهريو، پر سندس آواز اٽڪي پيو. شانتيءَ جي منجهيل آواز، انيتا کي الائجي ڪيئن همٿ ڏني. پاڻ ڏاڍيان پڇيائين : ،
"هي تو پاڻيءَ ۾ ڇا وڌو آهي؟"
"ڪجهه نه......" شانتي، ايترو چوڻ لاءِ، زبان کان وڌيڪ، مٿي کي لوڏيو.
انيتا کي پنهنجي گهٻراهٽ جي ڪري، اها سڌ نه پئي ته شانتي پنهنجي هٿ واري شيشي کي ڪٿي رکي ڇڏيو. هن شانتيءَ کان پئي پڇيو.
"اڃا هاڻ تنهنجي هٿ ۾ هڪڙي شيشي هئي، اها ڪٿي آهي؟"
شانتيءَ مرڪندي وراڻيو، "اوهان دوا پيئڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو، پر ڊاڪٽر جو چوڻ هو ته دوا ضرور پيئڻ کپي، ان ڪري مون دوا جا هڪ ٻه ڦڙا، پاڻيءَ ۾ ملائي ڇڏيا آهن."

انيتا ، پاڻيءَ جو گلاس هٿ ۾ وٺي ڏٺو، نه پاڻيءَ جو رنگ بدليو هو نه بوءِ. پوءِ به انيتا پاڻي نه پيتو ۽ چوڻ لڳي :"هيءَ ڪهڙي دوا آهي، ڏي، مان شيشي ڏسان."

شانتي، چنيءَ جي ڪنڊ ۾ ٻڌل هڪ ننڍي شيشي کولي ۽ انيتا کي ڏيئي ڇڏيائين. شيشيءَ تي دوا جو نالو لکيل ڪونه هو. دوا بلڪل پاڻيءَ جهڙي هئي، جنهن جو ڪوبه رنگ نه هو. انيتا گلاس وارو پاڻي هاري ڇڏيو ۽ گهڙي مان ٻيو پاڻي ڀري، پيتائين. دوا جي شيشي، انيتا پاڻ وٽ رکي ڇڏي.

انيتا ، ڪٽ تي سمهڻ ويل، دوا جي شيشي پنهنجي سيرانديءَ کان رکي ڇڏي، پر اڃا ڪيس ستي ڪجهه پل ئي ٿيا هئا ته هوءَ وري ڪٽ تان اٿي، هن ڪنجيون ڪڍي الماريءَ کي کوليو ۽ شيشي کي الماڙي ۾ رکي ڇڏيائين، پوءِ انيتا کي ڪافي وقت تائين ننڊ نه آئي.

ٻئي ڏهاڙي، ساجهر انيتا جڏهن سجاڳ ٿي ته سندس نوڪر، ڪيس چانهه جي پيالي ڏيندي چيو، "اڄ توهان ڏاڍو اوير اُٿيا آهيو، مون هر ڏينهن جي وقت موجب چانهه تيار ڪئي هئي، پر اها ٿڌي ٿي وئي، توهان کي جاڳايو به، پر توهان نه اٿيون، هينئر مان ٻيو ڀيرو چانهه تيار ڪري آيو آهيان."

انيتا ، چانهه جو ڍڪ ڀريو ۽ پوءِ ڪيس رات وارو سڄو واقعو ياد اچي ويو. اوچتو انيتا جي وات مان نڪتو، "شانتي ڪٿي آهي؟"

"شانتي سائنڻ، ته ساجهر واري گاڏيءَ ۾ ويئي هلي."

چانهه جي پيالي انيتا جي هٿ ۾ ئي رهجي ويئي ۽ هوءَ نوڪر جي منهن ڏانهن ڏسڻ لڳي، ته هو ڇا چئي رهيو آهي.

"خبرناهي ڪهڙي ڳالهه ٿي جو، آڌيءَ رات ويل سائنڻ شانتي مون کي اُٿاري ٽانگو گهرايو ۽ اسٽيشن ڏانهن ويئي هلي."

"صاحب ڪٿي آهي؟" انيتا هڪ لڱان پڇيو ۽ پنهنجي وهاڻي جي هينان رکيل ڪنجين جي ڇڳي کي ڳولڻ لڳي.

"صاحب، شايد سنان جاءِ ۾ آهي." نوڪر وراڻيو ۽ ٻيهر پڇيو، "شايد چانهه سني نه هئي، اوهان چانهه نه پيتي؟"

”پيئان ٿي.“ انيتا وراڻيو ۽ وهاڻو کڻي ڏسڻ لڳي ته ڪنجيون ڪٿي آهن. ڪنجيون وهاڻي هيٺان ڪونه هيون، انيتا، ڪٿ جي هيٺان ڏٺو ته مٿان ڪنجيون هيٺ ڪري پيون هجن، ڪنجيون ڪٿ جي هيٺان به ڪونه هيون.

انيتا گهبرائجي، ڪٿ تان اٿڻ واري ٿي هئي ته ڪيس ياد آيو.....ته رات، پاڻ ڪنجيون، بستري جو هڪڙو سرو مٿي ڪٽي، فراسي ۽ پٽراٽيءَ جي وچ ۾ رکي ڇڏيو هئائين. انيتا، پٽراٽيءَ جو سرو مٿي ڪنيو، ڪنجيون اتي پيون هيون. انيتا، ڪنجيون هٿ ۾ جهليون ۽ ڇانهه ڊِڪ ڊِڪ ڪري پيئڻ لڳي.

ڇانهه پِي، انيتا جڏهن،ڪٿ تي ليٽڻ لڳي ته وري بيچين ٿي وئي، هن ڪنجيون ڪٽي الماريءَ کي کوليو ۽ حيران ٿي وئي : رات، هن جيڪا شيشي الماڙي ۾ رکي هئي، اها هينئر الماڙيءَ ۾ موجود ڪانه هئي. الماڙي جا خانا ڳولي ڳولي انيتا ٿڪجي پئي ۽ پوءِ الماڙيءَ کي انهيءَ طرح ڪليل ڇڏي هوءَ ڪٿ ڏانهن موٽي آئي ۽ ليٽي پيئي. اوچتو ئي اوچتو سندس اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا.

”هي سڀ ڪجهه شانتيءَ ڇا ڪيو؟ ڇو ڪيو؟“
۽ انيتا بنا ڪنهن سوچڻ سمجهڻ جي پنهنجي پاڻ کي چوڻ لڳي، ”جي دنيا ڪيس اهڙي طرح مارڻ ٿي چاهي ته هوءَ خود ئي سڌي طرح ڇو نٿي مري وڃي.“

انيتا جي دل ۾ آيو ته، پاڻ هينئر ئي اُٿي دريءَ مان ٽپو ڏئي ڇڏي. ڪيترو نه بلند گهر هو، نه ماڙ گهر. انيتا، گهٽيءَ جي فرش تي پيل پنهنجي لاش جو تصور ڪيو، مٿو ڦاٽل.....ٽنگ پڳل، رت جو درياهہ.....۽ چوڌسا ماڻهن جو هجوم.....انيتا کي هڪ قسم جي گهٽ محسوس ٿي ، هن سوچيو، خبرناهي، ائين دم نڪري به يا نه؟....الاءِ ڪيترو وقت ماڻهن جي هٿن ۾ رهڻو پوي.!! ماڻهن جو خيال ايندي ئي انيتا جي رڳ رڳ ۾ ڪاوڙ جي لهر ڊوڙي ويئي، ”ماڻهوءَ کي، مرڻ کان پوءِ به، پين ماڻهن جي هٿن ۾ خراب ٿيڻو ٿو پوي، هڪ لاش جي پوترتا به هو لاش وٽ نٽا رهڻ ڏين ، سنان ڪرڻ سنورڻ، سندس ڪپڙا بدلائڻ— اهو هڪ، مثل ماڻهوءَ سان مذاق ناهي ته ٻيو ڇا آهي؟“

۽ سوچيندي انيتا پانپي ورتو ته درياءَ مان ٽپو ڏيئي مرڻ بلڪل فضول آهي. راهه ويندا ماڻهو منهنجي پڳل عضون کي ڏسن..... اهو ڪڏهن نٿو ٿي سگهي—— ۽ انيتا کي ڪجهه ڏينهن پهرئين اخبار ۾ پڙهيل هڪ خبر ياد آئي، جنهن ۾ هڪ نئين وهاڻءَ تيل ڇوڪري، پنهنجي شرير تي گاسليٽ هاري پاڻ ساڙي ڇڏيندي آهي، انيتا هڪدم ڪنبي ويئي . ماڻهو جيئندي به هڪ طرح کان باهه ۾ سڙندو ۽ڪامندو رهي ۽ مرڻ ويل به سندس شرير باهه جي پيڙائتي پوڄنا پوڄي.

پنهنجو شرير، وڏي آنند سان، ٿڌي ۽ وهندڙ پاڻيءَ جي حوالي ڪري ڇڏجي. ساهه جي تڪليف ته ڪجهه پل ئي ٿيندي هوندي. پوءِ سرت ئي ڪا نه رهندي هوندي. انيتا ڪجهه ڪجهه مطمئن ٿيندي سوچيو. پر وري ڪيس محسوس ٿيو ته، ڇڻ سندس ڪومل ڪومل ٽنگ ۾ ڪنهن مانگر مڇ ڏند کپائي ڇڏيا هجن. انيتا ڊڄي پنهنجي ٽنگ کي جاچيو، وري خيال آيس ته پنهنجي شرير کي پاڻيءَ جي جانورن جي حوالي ڪرڻ به ڪا نيڪ ڳالهه ڪانهي. ۽ انيتا جي اکين اڳيان هڪڙي تيز ريل گاڏيءَ جا ڦيٿا گهمي ويا . انيتا، جڏهن لوهه جي ڪيترن ئي مڻن جي وزن جو خيال ڪيو ته ڪيس ڪا به تڪليف نه ٿي پر اُن سان گڏوگڏ ڪيس گاڏيءَ ۾ ويٺل سوين ماڻهن جو خيال آيو، ته ڪيس هڪ قسم جي بيچان آئي :

"ماڻهن جي پيرن هيٺان لتاڙجڻ—سوين بلڪ هزارين اوپرن پيرن هيٺان....." ۽ پوءِ..... پنهنجي شرير جي اهڙي اپمان کان گهبرائجي انيتا سوچيو : " ڪا اهڙي دوا هجڻ کپي، جو هڪ لڱان کائجي ۽ پوءِ سکون سان بستري تي سمهي رهجي، اهڙي دوا، جنهن سان تڙپڻو به نه پوي جنهن سان موت به يقيني هجي. "

"اهڙي قسم جي دوا ڪٿان ملندي؟" انيتا سوچڻ لڳي : "هتان ُهتان جي دوا کائڻ سان ته موت به يقيني ڪونهي، ماڻهو ڪجهه کائي به، ۽ مري به نه !" انيتا کي سوچيندي سوچيندي ڪاوڙ اچڻ لڳي. آپگهات کي ڏوهه ڇو ٿو سمجهيو وڃي هن دنيا ۾؟ ؟هن دنيا ۾ جيئڻ به ڏوهه ۽ مرڻ به ڏوهه ؟ ! انسان ڇڻ جنم کان ئي ڏوهي ٿو ٿئي.

موت ۽ زندگيءَ جي فلسفي تي ويچاريندي، انيتا ان حد تائين پهچي

ويئي، جيڪا حد هڪ ناڪام ڪوشش ڪندڙ فرد جي هوندي آهي— "معذور" ........ انيتا ڏڪي ويئي ۽ ان ڏڪڻيءَ انيتا جي نس نس کي جهنجهوڙي ڇڏيو ۽ پڇيو : "سماجي طور تي تون هاڻ به معذور آهين، ۽ جسماني طور تي به اهڙي ئي ٿي ويندينءَ . هيءَ تنهنجو ٺهيل ٺڪيل انگ "....... " انيتا جي جسم ۾ پيدا ٿيل ٿرٿلي، سندس انگ انگ کي تسلي ڏني ، سندس وکريل وارن کي سنواريو ۽ پوءِ هوءَ ڪڏهن رشميءَ ياد سان ۽ ڪڏهن ساگر جي خيالن سان کيڏڻ لڳي.

انيتا جو پتي جڏهن ڪم تي وڃڻ لاءِ تيار ٿي. انيتا جي ڪمري ۾ آيو ته انيتا ، پيو ڪجهه پڇڻ بدران رشميءَ جو حال پڇيو. رام پال / رشميءَ متعلق ٻڌايو ۽ پوءِ انيتا کان پڇيائين ته ڪيس بازار مان ڪجهه گهرائڻو ته ڪونهي— ۽ پوءِ ٻڌايائين ته شانتيءَ کي شايد رات ڪو خراب خواب ڏسڻ ۾ آيو هو ۽ هوءَ پنهنجي گهر وارن جي خيريت معلوم ڪرڻ لاءِ ۽ ۽ معذ ؟ پوءِ...... بلڪ ته ۽
صبح جوئي پنهنجي گهر هلي ويئي .

شانتيءَ جي ان طرح اوچتو ئي اوچتو هلئي وڃڻ تي رام پال حيران بلڪل ڪو نه هو. انيتا هڪ لڳان سندس چهري ڏانهن ڏٺو ۽ هڪ لڳان، سامهون رکيل الماڙيءَ ڏانهن. رام پال خاموش هو، پر انهيءَ الماڙيءَ، چڻ سچي جو سچو وات ڦاڙي ڪجهه پڇڻ ٿي چاهيو.

"رات جو ......" انيتا ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو، پر سندس آواز اٽڪي پيو. انيتا زبردستيءَ ان کي روڪي ڇڏيو: "مون وٽ ان ڳالهه جو ڪهڙو ثبوت آهي؟ ثبوت ته وڃڻ ويل پاڻ سان گڏ کڻي ويئي. " انيتا سوچيو: "ان انومان جو ڪڏهن به خاتمو نه ٿيندو؟! اهو شانتيءَ سان گڏ آيو هو ۽ شانتيءَ سان گڏ ئي هليو وڃي ته بهتر آهي." پر انيتا ياڻپي ورتو ته، اهو انومان، شانتيءَ سان گڏ ختم نٿو ٿي سگهي، ۽ هن اهو به سوچيو ته : "جي هڪ لڳان اهو منهنجي زبان تي اچي ويو ته پوءِ هميشه هميشه منهنجي زبان تي ئي رهندو...... ۽ هميشه منهنجي اکين ۾ ويهي، هر ڪنهن جي چهري ڏانهن ڏسندو رهندو."

انيتا انومان کي، سامهون ڪليل الماڙيءَ ۾ رکي ڇڏيو ۽ الماڙيءَ کي

هٿ سان بند ڪري ڇڏيو.

٩

انيتا کي هاڻي پنهنجو باقي جيرن ائين ڏسڻ ۾ آيو، ڄڻ سندس سڀ ڏهاڙا، مهينا ۽ ورهيه، ڀيو ڪجهه نه سهي، فقط هڪ اهڙي ڏارا جو وهڪرو هئا، جنهن مان پڇي وڃڻ جي ڪا به واهه ڪا نه هئي.

اُن ، زوردار پاڻي ۾ وهندڙ انيتا لاءِ هڪ گهڙي، هڪ پل ساهه کڻڻ لاءِ به ڪنارا هئا، هڪڙو هو سندس ٻار ۽ ٻيو سڄي دنيا جا ڪتاب.

انيتا، جڏهن هاسٽل ۾ رهندڙ، پنهنجي ٻارڙي، کي پتر لکندي هئي ته سندس پلوڙ لکڻي ۽ پڪا پختا اکر، ٻاراڻا ٿي پوندا هئا. ۽ ٻارڙو جڏهن انيتا کي پتر جي موٽ اُماڻيندو هو ته ان جي ڪچڙي لکڻي ۽ آڏا ڦڏا اکر، ڪيترو ئي وڏيڪ مٺيرا نظر ٿي آيا - اهڙيءَ طرح ٻنهي جا پتر هڪ ئي سطح تي اچي ٿي رهيا.

انيتا جڏهن شهر جي سڀ کان وڏي "اپياس گهر" جا خانا کوليندي هئي ته سندس پڙڪيل نيڻ ڪتابن جي اکرن تان پري ئي نه ٿيندا هئا. ۽ الماڙيءَ جي خانن ۽ تختن تي رکيل ڪتاب جڏهن انيتا جي هٿن سان پنهنجي بدن جي مٽي ڇنڊيندا هئا ته پوءِ به انيتا جي هٿن کان پري ٿيڻ ڪو نه چاهيندا هئا. ان طرح انيتا جا نيڻ ۽ ڪتابن جا اکر، هڪ ٻئي سان اهڙيءَ طرح ملندا هئا، ڄڻ اهي ڪيتري وقت کان پاڻ ۾ وڇڙيل هجن.

جيتوڻيڪ انيتا آفيس وڃڻ لڳي هئي، پر گهر ۾ ۽ آفيس ۾ ، ٻنهي هنڌ اجا به هوءَ بيمار ئي ليکي ويندي هئي. گذريل ڏينهن ۾ ، سندس بيماريءَ جو حال پڇڻ لاءِ آيل ، سندس پنا جو هڪ مائٽ، جڏهن ٻيو واري ڪمري ۾ ويهي، سندس پتيءَ سان ڪچهري ڪري رهيو هو، ته سندن ڳالهين مان، ڪجهه ٽٽل ٽٽل لفظ انيتا جي ڪنن تائين به اچي پهتا هئا. اهي، لفظ ڪجهه هن ريت هئا:

"ايتري بيمار ناهي، جيتري ڏيکاءُ ٿي ڪري — عورت کي دٻاءَ هيٺ رکڻ کپي..... منهنجي پتني جڏهن ڪنهن سڪيءَ سان ملڻ ويندي آهي ته مان سندس پنيان نوڪر اماڻي ڇڏيندو آهيان... مان ته اڪارٽو به ڪيس دڙڪا ڏيندو آهيان.... منهنجي پتنيءَ ڏي، جڏهن به، ڪنهن مائٽ جو پتر

ايندو آهي تہ ..... سندس ايتري مجال ڪانهي جو اهو پتر کولي! "

هونئن انيتا، پون پون ڪندڙ مکين جهڙن انهن ڳالهين ڏي ڪو ڌيان ئي ڪو نہ ڏنو، پر کيس هڪڙو پڪ ضرور محسوس ٿيندو هو تہ متان، ان قسم جون نيڪ صلاحون سندس پٽ جي ڪومل من ۾ ڪو ئي انومان نہ پيدا ڪري وجهن... ۽ انيتا دل کولي، هڪڙو پتر پنهنجي پٽ ڏانهن لکيو هو.

اڄ انيتا کي موڪل هئي. هوءَ پنهنجي ڪمري ۾ ويهي، آمريڪا جي هڪ "تعميرات جي چاڙهوءَ" جي جيون— ڪٿا پڙهي رهي هئي، ان ويل سندس پٽ جو پتر آيو :

ننڍڙو پتر هو، پر انيتا ڪيترائي ڪلاڪ لڳائي ڇڏيا ان پتر کي پڙهڻ ۾. انيتا سوچيو تہ ڪلاڪ بہ گهٽا ناهن "..... هن پتر کي پڙهڻ لاءِ تہ هڪڙي عمر جي ضرورت آهي.....

پتر ۾ ٻاراڻن ۽ آڏن اُبتن اکرن ۾ ، تمام سڌي ۽ سادي ڳالهہ لکيل هئي :

"منهنجي پياري ممي!

توهان منهنجو ذڪر نہ ڪريو. مون کي ڪو بہ خراب ڳالهہ نٿو سيکاري سگهي. مان توهان جو، پنهنجو پٽ آهيان.... توهان جو، پنهنجو رت."

ڪجهہ وقت پهرئين، انيتا جنهن "تعميرات جي چاڙهوءَ " جي جيون - ڪٿا پڙهي رهي هئي، ان جاپان وڃي، ان زمين تي هڪ تمام وڏي عمارت ٺاهڻ چاهي، جنهن جي چپي چپي تي زلزلو متل هو، هو ستي ستي اُٺي ٿي ويٺو، زمين مان هڪڙو شور پيدا ٿيندو هو، اوچتو لوڏا ٿي آيا ۽ زمين لڏڻ لڳندي هئي. زمين جو سخت مٿاڇرو فقط اٺن فوٽن جو هو. ۽ ان جي هيٺان سٺ ستر فوٽ اونهي پاٽياڻ هئي. کيس سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ، هو پنهنجي عمارت جو بنياد ڪيئن رکي. هن چاتو ٿي تہ: "اِن بنياد تي هو جيڪي ڪجهہ بہ تعمير ڪندو، اهو ٿورڙي عرصي ۾ ئي منهن ڀر اچي ڪرندو."

۽ انيتا کي پنهنجي ٻارڙي جو پتر پڙهي، پنهنجي حالت اِن "تعميرات جي چاڙهوءَ" جهڙي لڳي، هو سوچڻ لڳي : "مان اُن زمين تي بيٺل آهيان،

جنهن جي چپي چپي تي زلزلو متل آهي، مان اِن زمين تي پنهنجي رهيل عمر جي عمارت، ڪهڙيءَ ريت ٺاهيان؟ "

انيتا ، ٻارڙي جو پتر، ڇمي رکي ڇڏيو ۽ پوءِ رکي ڇڏيل ڪتاب پڙهڻ لڳي، ان ڪتاب، جو ليکڪ وڏيڪ چئي رهيو هو: "جهڙيءَ ريت، پاڻيءَ جي مٿاڇري تي جهاز ترندو آهي، جيڪڏهن منهنجي عمارت به ، هن ڪوڪلي زمين، تي بار وجهڻ بدران لڏڻ لڳي ته اُها ڪرڻ کان بچي تي سگهي. هن زلزلي سان وڙهڻ جي بدران، جي مان ساڻس همدردي ڪرڻ لڳان. . . "

انيتا ، ڪتاب هڪ پاسي رکي ڇڏيو ۽ سوچڻ لڳي ته: "پاڻ پنهنجي زندگيءَ جي زلزلي سان ڪهڙي ريت ٺاهه ۽ سمجهوتو ڪري ٿي سگهي،

ڪيترن ڏهاڙن کان، شهر ۾ ، "اقبال" مصور جي تصويرن جي نمائش لڳل هئي. انيتا ، ڪيترائي ڀيرا وڃڻ لاءِ سوچيو پر سندس پير هر ڀيري سست ٿي، ٿي ويا. اڄ جڏهن انيتا ، پنهنجي ٻارڙي جي پتر ڪان ۽ ڪتاب جي ليکڪ کان ڪجهه همت اُڌاري ورتي ته سندس پيرن ۾ سگهه اچي ويئي، هوءَ اٿي ۽ هٿ منهن ڌوئڻ لاءِ سنان جاءِ ۾ هلي ويئي.

سنان جاءِ ۾ پير رکندي، انيتا جي نظر، سامهون واري اُن ٽنگڻيءَ تي پيئي، جنهن ۾ ٽوال ٽنگيل هو. انيتا جا پير اتي جو اتي بيهي ويا. انيتا ڏٺو ته ٽنگڻيءَ ۾ ٽنگيل ٽوال جو هڪڙو ڪنارو رت سان ڀريل هو.

انيتا جو مٿو چڪرائجي ويو، سندس ٽنگون ڏڪي ويون ۽ هوءَ سنان جاءِ جي فرش تي ويهي رهي، ڪيترو ئي وقت انيتا ، پنهنجو مٿو، پنهنجي هٿن ۾ جهلي رکيو، پوءِ اُج کان سندس نڙي سڪڻ لڳي، انيتا مٿو کنيو ۽ سنان جاءِ جي نلڪيءَ ڏانهن ڏٺو ، نلڪي بند هئي، انيتا نلڪي کولڻ لاءِ هٿ مٿي ڪيو پر اکيون ڇاڻي ٻجهي نه ڪنيائين، ته متان ٽنگڻيءَ ۾ ٽنگيل ٽوال کي ڏسي، پاڻ گهٻرائجي نه وڃي.

نلڪيءَ مان پاڻي وهڻ لڳو، پر پاڻيءَ جي هيٺان پنهنجا هٿ ڪرڻ ويل انيتا کي محسوس ٿيو ته ٽنگڻيءَ ۾ ٽنگيل ٽوال مان رت جو ڦڙو ٽپڪي، سندس هٿ تي ڪري پوندو. انيتا ڇرڪي هٿ پٺيان ڪري ڇڏيا . وري اکيان کيائين. پاڻيءَ جو ٻڪ....... پريائين ۽ هاري ڇڏيائين، وري هڪڙو ٻيو ٻڪ ....... پري پاڻيءَ کي غور سان ڏٺائين ۽ پوءِ اوچتو

سندس اکيون تنگٿي ۾ ٽنگيل ٽوال ڏانهن کڄي ويون !
انيتا ڏٺو ۽ وري ڏٺو پر ٽوال تي ڪٿي به رت لڳل ڪو نہ هو. سڄو ٽوال

بلڪل اڇو ۽ بي داغ هو. ٽاڪيءَ جو پاڻي وهندو رهيو، انيتا جي
ٻڪ..... ۾ پوندو رهيو. پر انيتا کان پاڻي پيئڻ وسري ويو. هوءَ ٽوال
ڏسي رهي هئي، تہ اڇهو هاٿي، پاڻ جيڪو ٽوال جو ڪنارو رت سان ڀريل
ڏانهن
ڏٺو هئائين ، اهو ڪيڏانهن ريو——؟
نيٺ انيتا ، اٿي ٽوال کي هٿ لاتو ۽ ان جا چارئي پاسا ڏسڻ لڳي. ٽوال
جي هڪڙي ڪناري تي ڳاڙهي رنگ جو "اسٽيڪر" لڳل هو، جنهن تي
ڪارخاني جو نالو لکيل هو.
"هيءَ ڳاڙهي رنگ جو اسٽڪر ئي مون کي رت جيان نظر آيو هوندو."
انيتا سانتيڪي سياءَ سان سوچيو ۽ پوءِ سندس من پرجي آيو: "مان
پنهنجي ليکي تہ "شانتيءَ" کي وساري ويٺي آهيان: پر هوءَ شايد مون کي
ڪڏهن بہ وساري نہ سگهي. ......... هن نٿي چاهيو تہ مان جيئري
رهان..... "اهوئي موت جو خيال... قتل جو خيال ..... رت جو خيال
...............
انيتا جنهن ڏهاڙي ، شانتيءَ کي پاڻيءَ جي گلاس ۾ ڪا شي ملائيندي
ڏٺو هو، پاڻ ان ڳالهہ کي اتي ئي ڇڏي ڏنو هئائين، هن اهو سوچڻ ڪو نہ
گهريو تہ ، نيٺ شانتيءَ ائين ڇو ڪيو؟ ڇا هن اهو پنهنجي مرضيءَ سان
ڪيو يا ڪنهن جي چوڻ تي؟ جيڪڏهن ٻئي ڪنهن جي چوڻ تي ائين
ڪيائين، تہ ڪنهن جي چوڻ تي ؟؟ انيتا چٽي نموني اهو سڀ ڪجهہ
ڪڏهن بہ ڪو نہ سوچيو هو، ۽ هاڻ جڏهن اها ڳالهہ "ڪنهن جي چوڻ..."
تائين اچي پهچي هئي تہ انيتا ان جي جواب کان گهبرائجي ويئي. ۽ ان
ڪري شايد پاڻ اها ڳالهہ ، اتي ئي ڇڏي ڏني هئائين، پر اڄ، انيتا اهو
سڀ ڪجهہ سوچڻ لڳي ۽ ڪيس محسوس ٿيو تہ جي اڄ نہ، تہ سڀاڻي،
سڀاڻي نہ، تہ ڪنهن ٻئي ڏهاڙي، پاڻ ضرور پاگل ٿي ويندي : "پاڳل ٿيڻ ۾
اڃا ڪجهہ ڪسر آهي ڇا؟" انيتا ، پنهنجي پاڻ کي چيو.... ، "ٽوال جي

ڪناري تي لڳل ڳاڙهو اسٽيڪر مون کي رت پاسڻ لڳو آهي...“ ۽ انيتا هڪ ڊگهو ساهه کنيو....”منهنجي حال تي ڪو روئڻ وارو آهي به، ته اها مان پاڻ ئي آهيان پيو ته ڪوئي نه روئيندو/ منهنجي حال تي.“

انيتا هٿ منهن ڌوئي ڪپڙا بدلايا ۽ تصويرن جي نمائش ڏسڻ هلي وئي. اڄ انيتا کي اهو سڀ ڪجهه پنهنجي پاڻ تي زور وجهي ڪرڻو پيو. سنان جاء واري وارتا کان پوء انيتا جي ۽ هٿن پيرن کي ساڳي اڳي واري ڏکٽي وڪوڙي وئي هئي، پر اڄ پاڻ سوچي رهي هئي ته جيڪڏهن تاندن سان پريل زمين تي ئي مون کي، ڪا عمارت ٿاهڻي آهي ته پوء هن طرح گهبرائڻ مان ڇا ٿيندو؟

نمائش ۾ وڃي انيتا هڪ هڪ تصوير کي ڏٺو، ترسي، ترسي انيڪ لڳان ڏٺو! ”هيءَ رنگن جي راند، هي خيالن جي راند.....“ انيتا سوچيندي رهي، ساراهيندي رهي، پر انهن تصويرن ۾ هڪڙي تصوير هئي: ”ڪنهن جي سڄي شرير تي نيڻ ئي نيڻ ڦٽي پيا هئا، ڀن اکين جي ڀدران، ڪوئي ڇڻ سوين اکين سان ڪنهن شئي کي ڏسي رهيو هجي.“ انيتا جڏهن ان تصوير اڳيان بيٺي ته بيٺل ئي رهجي وئي. انيتا جي شرير جا هڙيئي حصا وکهري، اکيون ئي اکيون بنجي ويا. ان هڪڙي تصوير جون ڇڻ ٻه ڪاپيون ٿي ويون. پٽ سان لڳل تصوير جون اکيون، نه ڄاڻ پنهنجي تصوير ۾ ڪنهن جي ڇهري ڏانهن ڏسي رهيون هيون، پر فرش تي بيٺل تصوير جون اکيون پنهنجي تصوير ۾ ساگر جي ڇهري ڏانهن ڏسي رهيون هيون.

”هيءَ تصوير توهان کي پسند آئي ڇا؟“ اقبال جڏهن انيتا جي پرسان اچي، ڪانئس پڇيو ته انيتا پهرئين سندس ڇهري ڏانهن ڏٺو ۽ پوء خالي ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڏٺائين.

”اڻ، وڃا آهن؟“ انيتا پڇيو،

”سوا اٺ. انهي ئي ڪري ماڻهو هليا ويا آهن.“

”مون کي، وقت جو خيال ئي نه رهيو.“

”معنيٰ ته منهنجي هيءَ تصوير ڪامياب آهي.....“

”توهان ڪهڙو نالو رکيو آهي، هن جو؟“

"ياد!"
"اها ياد، ڪهڙي شئي هوندي آهي، جو وقت جو هٿ پڪڙي روڪي ٿي ڇڏي."
اقبال جواب نہ ڏنو، انيتا غور سان سندس چهري ڏانهن ڏٺو، بلڪل معصوم چهرو هو، پر تمام چڱو ۽ چست.
"هن ننڍيءَ عمر ۾، توهان هي سڀ ڪجهہ ڪيئن ٺاهي ورتو؟"
"مان، تمام ننڍڙو ٿو ڏسڻ ۾ اچان."
انيتا کلي ڏنو، پاڻ هڪ لڳان وري اقبال جي چهري ڏانهن ڏٺائين ۽ چيو:
"نہ، جنهن وٽ، هن قسم جو فن هجي، اهو ڪڏهن ننڍو نٿو ٿئي."
انيتا واپس ورڻ لڳي تہ اقبال چيو: "توهان هي ساڄي طرف واريون تصويرون نہ ڏٺيون؟"
"اڄ تہ نمائش جو وقت ختم ٿي ويو آهي، وري ايندس، سڀاڻي يا پرينهن."
"سڀاڻي."
"چڱو! سڀاڻي."
تمام معمولي ڳالهہ هئي، پر انيتا ڏٺو تہ هڪ ننڍڙو وچن وٺي، اقبال جو چهرو چمڪي پيو هو ۽ انيتا کي ٻاهر رستي تي هلندي هلندي اقبال تي هڪ هلڪو هلڪو رشڪ ٿيو: "جيڪي ماڻهو، جيون جي ننڍين ننڍين خوشين سان وندرجي ٿا وڃن، اهي ڪيترا نہ سٺا هوندا آهن!"
ٻئي ڏهاڙي، انيتا کي جڏهن آفيس کان موڪل ملي ۽ پاڻ گهر وڃڻ لڳي تہ ڪيس، ڪلهوڪو وچن ياد آيو، پاڻ گهر وڃڻ بدران نمائش ڏانهن هلي وئي.
ڪمري ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو هئا، انيتا کي ڏسندي ئي، اقبال، سندس پرسان آيو، ايترو تہ خلوص مان سڏيو، ڄڻ پاڻ انيتا جو پراڻو واقفڪار هجي. هو ساڻس گڏجي، ڪيس تصويرون ڏيکارڻ لڳو. انيتا تصويرون ڏسندي ڏسندي، اوچتو اقبال ڏانهن ٿي ڏٺو ۽ سوچيو ٿي تہ هيتري ڪچي عمر ۾ فن جي هيتري پختگي ڪيئن حاصل ڪري ورتائين!

"هيءَ نمائش، اڃا ڪيترا ڏهاڙا هوندي؟" ڪجهه وقت کان پوءِ انيتا پڇيو.
"پنج ڏينهن، ٻيا به."
"مان هڪ لڳان ورڀ به، ڪنهن ڏهاڙي ايندس، اڄ تڪڙي آهيان."
"ڇو؟"
اقبال جي ان "ڇو" تي ڪيس خود به کل اچي ويئي ۽ انيتا ڪي به، انيتا سوال جي سادگيءَ کي قائم رکڻ لاءِ، سادگيءَ سان وراڻيو:
"حقيقت ۾ مان گهر کان نه پئي اچان ۽ ٿڪل آهيان."
"توهان کي چانهه پيئڻي هوندي؟"
"ها، چانهه به پيئندس، گهر وڃي."
"چانهه هتي ٿي پيو."
انيتا اڃا جواب ٿي نه ڏنو هو ته پاڻ ڏناڻين ته اقبال ساڻس اها ڳالهه ڪري، مطمئن ٿي ويو هو يا شايد اها ڳالهه پئي پڇتائي رهيو هو، ڇڻ اها ڳالهه پنهنجي سپاءِ مطابق نه ڇئي هجيس.
"چانهه پيئندي، توهان مون کي ان تصوير جي ڪهاڻي ٻڌائيندا." انيتا، کلندي پڇيو.
"ڪهڙي تصوير جي؟"
"اکين واري تصوير جي."
اقبال ٿورو شرمائيندي، پنهنجي هيٺئين چپ کي چڪ پاتو ۽ پوءِ مٿو لوڏي ها ڪيائين.
نمائش کان ٻاهر، وڏي رستي تي ڪيترائي سٺا چانهه گهر هئا، انيتا ۽ اقبال هڪ چانهه گهر ۾ وڃي، چانهه پيئڻ لڳا.
"سچ ! اقبال!! توهان هن ننڍڙي ڄمار ۾ هيتري ڄاڻ ڪيئن حاصل ڪئي؟"
"منهنجي ڄمار ايتري ننڍڙي ڪانهي، جيترو ننڍڙو مان ڏسڻ ۾ ٿو اچان، جي توهان ڪٿي منهنجي ننڍي ڀاءُ کي ڏسو ته حيرت ۾ پئجي وڃو، تمام ڊگهو، وڏو ۽ جوان ڏسڻ ۾ ايندو آهي.... مان، ٻالڪپڻ ۾ پنهنجي ڏاڏيءَ کي چوندو هوس ته: "منهنجي جنم کان اڳ، تو منهنجي ماءُ کي ڪجهه نه کارايو، پر جڏهن منهنجي ڀاءُ جنم ٿي ورتو ته، تو منهنجي ماءُ کي خوب پيٽ ڀري مکڻ کارايو هوندو!"

"پوءِ منهنجو خيال آهي تہ جڏهن توهان جنم ٿي ورتو، تڏهن ڏاڏيءَ توهان جي ماءُ کي مکڻ کٽي نہ بہ کارايو هجي، پر ڪا اهڙي شيءِ ضرور کارائي هوندي. جنهن ڪري توهان ڪلاڪار بڻجي ويا."

"هوءَ بہ اهائي ڳالهہ چوندي هئي، ڪيس اڪين سان ڏسي نہ سگهندي هئي، هوءَ پنهنجي سنهڙين سنهڙين ٻانهن کي هٿن سان جانچيندي هئي ۽ پوءِ منهنجي نرڙ کي چمي ، چوندي هئي، : "جڏهن تون ڄائو هئين تہ مون، تنهنجي ماءُ کي "چاسڪو" کارايو هو، ڏسجانءِ تون تمام سچاڻ ٿيندين، چاسڪو سان ذهن وڌي ٿو."

"توهان جي ماءُ......"

"مان اڃا ننڍڙو ئي هوس، جو سندس مرتيو ٿيو هو."

"توهان کي هن فن جو چاهہ ڪنهن ڏياريو؟"

"ڪنهن بہ نہ، مون تہ ڳوٺ جنم ورتو، ڳوٺ ۾ نپيس، جتي سو سو ڪوهن تائين فقط ڪٽڪ جو فصل ٿيندو هو يا ڦٽين جو. پيو ڪنهن جو بہ نہ. اسان وٽ هارين جا جيڪي ڇوڪرا اسڪول نہ ويندا آهن، انهن کي ساجهر ئي ساجهر ڏڌ ماني بہ نہ ملندو آهي، اهي ساجهر اٿي ٻنين ۾ هليا ويندا آهن، جيڪو ڇوڪرو اسڪول ويندو آهي، فقط ان کي ئي ڏڌ يا کير ملندو آهي. مان اول کان ئي سنهڙو سيپڪڙو هوندو هوس، مون کان ٻنيءَ تي وڃي ڪم ڪرڻ ڪو نہ پڄندو هو. انهيءَ ڪري مان اسڪول وڃڻ لڳس. منهنجي ڏاڏي ، صبح جو ساجهر مون کي هڪڙو اُڦراٽو بہ پچائي کارائيندي هئي."

"توهان کي پڙهڻ سٺو لڳندو هو؟"

"سٺو تہ ڪو نہ لڳندو هو ۽ مان گهڻو پڙهندو بہ ڪو نہ هئس، پر ڪلاس ۾ هميشہ اول ايندو هوس. اسڪول ۾ مون کي وڏي ۾ وڏي تڪليف اها هئي تہ، منهنجي ڇمار جا ڇوڪرا بہ مون کي ڏاڍو ماريندا هئا."

"ڇو......؟"

"هوندا تہ منهنجي ئي ڇمار جا هئا ، پر لڳندا مون کان تمام وڏا هئا. مان جڏهن بہ ساٽن بلورين کيڏندو هوس، ۽ کٽي ويندو هوس تہ هو مون کان بلور بہ کسيندا هئا ۽ مار بہ ڪيندا هئا. مار ڪيڻ ۾ تہ مان ساٽن کو نہ پڄندو

هوس، پر ها ڪانئن ڪسر مان هين ڳالهين ۾ ڪڏهن ڪڏهن ونندو هوس."

"۽ ڪنڻ جي ان ضد ئي شايد، توهان جي هٿن ۾ هيترو هنر پيدا ڪيو هجي."

"مان سائي رنگ جي مس سان ڪاغذن تي مور جا ڪنپ ٺاهيندو هوس ۽ پوءِ ڇوڪرن کي ڏيکاري ڏيکاري کين ساڙ ڏياريندو هوس."

"پوءِ؟"

"پوءِ، هڪ لڳاتار شوق وڃان، مان گرميءَ جي موڪلن ۾ شهر هليو ويس، اتي ڪنهن مصور جو شاگرد ٿيس، ماني، تندور تي وڃي کائيندو هوس، سندس برتن ڌوئيندو هوس، رنگ پيري ڏيندو هوس ۽ سڄو ڏينهن تصوير ڏسندو رهندو هوس، شهر ۾ ناٽڪ به ٿيندا هئا. پر مون وٽ ڏسڻ لاءِ پئسا نه هوندا هئا، ٻيني ٻيني فلم ڏسندو هوس ۽ گانا ٻڌندو هوس، هڪلڳاتار........."

"ڇا ٿيو هڪ لڳاتار؟"

"هاڻي ڪل ٿي اچي ياد ڪري..... هڪ لڳاتار نديءَ واري ناٽڪ گهر ۾ "مس ڪجن" جو ٿيٽر آيو، مس ڪجن جو جيترو جاڳندو ناچ ۽ گانوا منهنجي دل گهڻو ٿي چاهيو مس ڪجن کي ڏسڻ لاءِ. گهٽ ۾ گهٽ اڍائي آني جي هئي. پر مون وٽ اڍائي آنا به نه هئا. مان سوڍا ۽ برف ڪٽي ويندڙ ڇوڪرن کي ڏاڍي ساڙ مان ڏسندو رهيس ته هو ڪيترو نه آسانيءَ سان مس ڪجن کي ڏسي ايندا هئا."

"پوءِ سوڍا ۽ برف نه وڪي؟"

"سچ پچ وڪي- پر پوءِ ڏيٺي ڇڏيائين، مان اندر ويس، هڪ به بوتلون وڪيم ۽ بين کي هڪڙي پاسي رکي، مس ڪجن کي ڏسڻ لڳس."

"پوءِ گهر اچي مس ڪجن جون تصويرون ٺاهيئه؟"

"الاهي تصويرون ٺاهيم..........."

"۽ هوءَ، "ياد" هوءَ وڏين اکين واري تصوير؟"

"اهي .... سڀ ڪجهه اچ ئي پڇنديون؟ ايترو به مون توهان کي جيڪو ڪجهه ٻڌايو آهي، اڳي ڪنهن ٻئي کي ڪونهي ٻڌايو، شايد ان ڪري جو ڪافي وقت کان اوهان سان واقفيت ڪرڻ لاءِ خواهشمند هوس."

"مون سان واقفيت؟!"

"توهان جي تصوير ٺاهڻ ٿي چاهيم."

"منهنجي خيال ۾ توهان ڪلهه کان پهرئين مون کي ڪڏهن ناهي ڏٺو."

"مون توهان کي ان وقت ڏٺو هو، جڏهن توهان جو پتا جيئرو هو، هونئن ته توهان جو وهاڻ ٿي چڪو هو، هڪ لڳان توهان، پنهنجي پتا جي گهر آيل هيون، مون کي سڌ پيئي ته مان توهان سان ملڻ به آيو هوس."

"مون کي ڪجهه به ياد ناهي."

"توهان کي ياد نٿو ٿي سگهي، ڇو ته توهان کي سڌ ئي ناهي، توهان شايد ستيون پئيرن هيئو، توهان کي هن جاڳايو ڪو نه."

"پوءِ توهان موٽي ويائو؟"

"مان واپس هليو آيس، ۽ الاجي ڇو مون ضد ڪري ڇڏيو ته وري ڪڏهن به توهان جي گهر نه ويندس."

انيتا حيرت مان، اقبال جي چهري کي ڏسڻ لڳي، ڪيترو معصوم چهرو پر ڪيترو نه ضدي، ۽ انيتا سوچڻ لڳي : شايد هڙني فنڪارن ۾ اهو ضد، ايترو وڏيل هوندو آهي. ايتري گهٽي خودداري!

"ڇا پيئان سوچيو؟"

"توهان جي ضد جو ڪارڻ پئي سوچيم."

"ڪارڻ، مون کي خود معلوم ناهي ٿي سگهيو. پر ضد ، ڏاڍو ڪري ڇڏيو هوم، هينئن به، جي توهان ڪلهه تصويرون ڏسڻ نه اچو ها ته مان توهان سان ڪڏهن نه ملان ها!"

"اٿين ٿو پاسي ته توهان کي ستاير ڪنهن هئي، ۽ ان جي ڪاوڙ سيني تي چنڊي رهيا آهيو."

"شايد......."

"توهان اها ڳالهه ٻڌائڻ وارا هيئه."

"مان جڏهن آرٽس اسڪول ۾ پڙهندو هوس، اتي هڪڙي ڇوڪري پڙهندي هئي، من جيت. اها مون کي تمام سندر لڳندي هئي، سامهون ويهي مان سندس تصوير نٿي ناهي سگهيس، ٻن ٽن ڇوڪرن جي پٺيان، سندس ساڄي يا کابي پاسي مان، ويهي رهندو هوس ۽ سندس تصوير

ٿاهيندو هوس، شايد تنهن تصويرن مان، ڪا تصوير اجا بہ مون وٽ هٿيڪي هجي، مون سندس تصوير ڪيس ڪڏهن بہ ڪا نہ ڏيکاري."

"ڇو؟"

"هو تمام وڏي پيءُ جي ڌيءُ هئي، ڪار ۾ ايندي هئي، ڪار ۾ ويندي هئي، مان سوچيندو هوس تہ جي ڪيس ڪڏهن سڌ پئجي ويئي تہ مان سندس تصوير ڏاهيندو آهيان تہ پاڻ مون تي ڏمربي."

"توهان، ڪڏهن بہ ڪيس ڪجهہ نہ ٻڌايو؟"

ڪڏهن بہ نہ، فقط سندس نانءُ جي پهرئين اکر سان گڏ، مان ڪيترائي ورهيہ، پنهنجو نانءُ لکندو رهيس."

"ايم- اقبال؟"

"ها! ايم- اقبال"

" ۽ اڄ، ان ڪي ڏسڻ واريون بہ اکيون شايد سوين اکيون ٻڻجي، ڪيس ڳوليندڙيون ٿيون رهن."

انيتا جي ان ڳالهہ، اقبال جي سٽل ڪهاڻيءَ ڪي جاڳائي ڇڏيو، ڪهاڻي شايد ڪڏهن ڪا نہ ستي هئي، پر جاڳ ڪڏهن بہ سندس اکين ۾ نہ آئي هئي. اقبال تڪڙ ۾ ڳوڙها اُگهي ڇڏيا. ۽ چيو: "مان ڪڏهن بہ روئندو ناهيان، اڄ الاجي مان ڪيئن روئي پيس."

اقبال، غور سان انيتا جي ڇهري ڏانهن ڏٺو ۽ پنهنجي من ڪان پڇيو : "اڄ مان هن عورت اڳيان ڇو روئي پيس؟ اڄ مون هن سان ايتريون ڳالهيون ڪيون آهن، جيتريون ڪڏهن بہ ڪنهن سان نہ ڪيون اٿم، ڇا مان هن جي ڇهري ۾ ، پنهنجي مٿل ماءُ جو ڇهرو پيو ڳوليان، يا وڃايل من جيت جي ڇهري ڪي؟" ۽ اقبال جيترو سادگيءَ سان اها ڳالهہ سوچي، اوتروئي سادگيءَ سان انيتا سان ڪري ڇڏيائين. انيتا ڪلي ڏٺو.

"توهان جي ماءُ جي ڇمار ڪان مان ننڍي آهيان ، ۽ توهان جي من نيت جي ڇمار ڪان وڏي. پر ڇا اهو ضروري آهي تہ ڪو ئي ، ڪنهن ۾ ، ڪنهن سنڌ ڪي ئي ڳوليندو رهي،. ڪن پل جي سڃاڻپ جو نہ تہ ڪو ئي سڀنڌ هوندو آهي ۽ نہ ڪائي ڇمار."

"مان ڪلهہ ڪان ڏاڍو خوش آهيان."

"سچ؟"
"سچ ——— ."

(١٠)

منجهند جي ماني کائڻ کان پوءِ ، انيتا گهڻو ڪري، آفيس مان اٿي، هڪڙي اپياس گهر هلي ويندي هئي، اپياس گهر، آفيس سان لڳ هڪڙي ننڍڙي پيچري تي هو، جنهن تائين پهچڻ ۾ چار، پنج منٽ پنڌ ڪرڻو پوندو هو.

آوهڙ جي منجهند هئي، آفيس جو ڪمرو ٿڌو هو، اپياس گهر جو ڪمرو به ٿڌو هو. پر وچ واري واٽ طع ڪرڻ جو خيال ئي، پيرن کي روڪي رهيو هو. انيتا، موڪل جو ڪافي وقت، وڃڻ جي خيال ۾ ئي ڪاٽي ڇڏيو /باقي جڏهن پنجويهه منٽ کن اچي بچيا تہ سندس پير پاڻيهي ئي اپياس گهر ڏانهن هلڻ لڳا. ڪوئي، ڇڻ ڪيس نہ، بلڪ سندس پيرن کي سڏي رهيو هو.

واٽ جي تپش کي هڪڙي ساهہ ۾ پنهنجي اندر ۾ اوتي، انيتا اپياس گهر جي وڏي ڪمري جو دروازو ۽ هڪڙو پير اندر رکي ڪمري جي ٿڌاڻ ۾ هڪ ڊگهو ساهہ کنيو. اهو ڊگهو ۽ آنند پريو ساهہ، اجا، انيتا جي ڪڙين تائين بہ نہ پهتو هو تہ انيتا جي نظر سامهون پيل ميز تي رکيل اخبارن تي پيئي، هڪڙي هفتيوار اخبار جو صفحو کليو پيو هو. ان تي ساگر جي تصوير ڇپيل هئي، ساگر جي تصوير ۾ ان سان گڏ بيٺل هڪڙي ڇوڪريءَ جي تصوير- تصوير جي هيٺان لکيل هو : "دوستيءَ جو هيءُ سپنو ، شايد وهانءَ جي سپنن ۾ بدلجي وڃي. " اخبار جا اکر، ڪيترائي پيرا پنهنجي جڳهہ تان ڇريا، اڳيان پنيان ٿي، هڪڙو بي معنيٰ قسم جو جملو ٺهجي ويا. پر وري پنهنجي پنهنجي جڳهہ تي اچي ويا. ۽ انيتا جي ڪنن کي، پنهنجي جملي جي معنيٰ سمجهائڻ لڳا : "انيتا! ساگر توسان رسي ويو آهي، هميشہ کان رسي ويو آهي ۽ انيتا کي محسوس ٿيو تہ، هينئر بلڪل هينئر پاڻ جيڪو هڪ ڊگهو ۽ آنند پريو ساهہ کنيو هئائين، اهو سندس جيون جو آخري آنند پريو ساهہ هو، ۽ هاڻي کيس سڄي ڄمار، اُس

جي تپيل رستي تي هلڻو آهي.
انيتا اڀياس گهر جي دروازي تي بيهي، ٻاهر واري رستي کي ڏٺو، سڄو رستو، پنهنجي بدن مان اٿندڙ تپش کان ڪنبي رهيو هو. انيتا، ٻاهر رستي تي اچي بيٺي، شايد رستي جي تپش سان، من جي تپش ميٽڻ لاءِ.
"هڪڙي غلطي جي ايتري وڏي سزا" انيتا جي وات مان نڪتو. پر ان سان گڏو گڏ انيتا پنهنجي چپ کي چڪ هنيو: "هر ڪنهن کي پنهنجي غلطي، ننڍڙي پاسندي آهي، ۽ ٻئي پاران مليل سزا، وڏي پاسندي آهي."
۽ پوءِ انيتا ڳالهائيندي ويئي: "جيڪو انسان، پنهنجي هٿن سان قسمت کي ڌڪاري ڇڏي، ان سان ائين ئي ٿيڻ کپي.... ائين ئي ٿيڻ کپي... ڪڏهن، ڪنهن دروازي تي آيل قسمت کي به موٽايو آهي"! .........
مون موٽايو آهي" ۽ اهو چوندي چوندي انيتا هينئن به چوڻ لڳي: "هڪڙو گناهه ته خدا به معاف ڪري ڇڏيندو آهي. ساگرا تو منهنجو هڪڙو گناهه به معاف نه ڪيو.... "
۽ انيتا، کي محسوس ٿيو ته هاڻي ڪيس ڪجهه به ڏسڻ ۾ نه پيو اچي. سامهون وارو سڄو رستو، سندس نيڻن جي نير ۾ ٻڏي ويو هو.
انيتا، چنيءَ جي پلئه سان پنهنجون اکيون اگهيون: "هينئن ئي واتن تي روئندي رهنديس،........ "انيتا پنهنجي پاڻ کي ٽوڪيو ۽ دل کولي رئڻ لاءِ، ڪائي ڪنڊ ڳولڻ لڳي.
"اها ڪنڊ نه آفيس ۾ آهي نه ئي گهر ۾." انيتا جي وات مان نڪتو، هن آفيس جي وات به ڇڏي ڏني ۽ گهر واري وات به. هوءَ ٻارڙي جي اسڪول واري وات، وٺي هلڻ لڳي. ٻارڙي کي ڪجهه ٻڌائڻو ڪو نه هو، ٻارڙي کان ڪجهه پڇڻو به ڪو نه هو، پر هن، هڪ لڱان،، ٻارڙي جي هٿ ۾ تريءَ سان پنهنجا ڳوڙها اگهڻ تي گهريا. ان جي هٿن جي ڇانوري هيٺ بيهي، روئڻ ٿي گهريائين.
"اڄ، هو ٻارڙي سان ملڻ ڪو نه ڏيندا، هو مهيني ۾ فقط هڪ لڱان ملڻ ڏيندا آهن... "انيتا کي ياد پيو ۽ سندس پير منجهي، بيهي ويا.
هيتريون واٽون آهن، پر ڪا به وات ان ڪنڊ، ان پيٽيءَ ڏانهن نٿي وڃي، جتي ويهي، ڪو ئي روئي سگهي ۽ انيتا جي من ۾ آيو:

”جيڪڏهن پاڻ هن ويل ان هوٽل ۾ وڃي سگهي، ان هوٽل جي ان ڪمري ۾ ويهي سگهي، ان ڪمري جي ان پلنگ تي ويهي سگهي جتي ويهي، پاڻ پنهنجي قسمت جو پنو ڦاڙيو هٽائين، ته شايد اها پيٽي سندس ڳوڙهن کي جهٽي وٺي.“

انيتا، ان هوٽل ڏانهن ويندڙ واٽ ورتي. هوٽل جي بلڪل سامهون پهچي، هن هوٽل اڳيان بيٺل گاڏين کي ڏٺو، گاڏين مان لهندڙ سامان کي ڏٺو ۽ پوءِ ڪيس خيال آيو ته : ”مون وٽ ته سامان به ڪجهه ڪونهي، بنا سامان جي مون کي ڪمرو ڪير ڏيندو...... ؟

نه ڄاڻ، من جي ٻاهر جي لهس هئي يا ٻاهر جي تپش هئي، جو سندس دماغ گهومائيون کائڻ لڳو. انيتا، هڪڙي خالي ٽيڪسيءَ ڏانهن هٿ ڪنيو ۽ بنا ڪجهه چوڻ جي ان ۾ ويهي رهي. سامهون وارو رستو ٽپي. ٽيڪسي جڏهن هڪڙي چوواٽي تي پهتي ته ڊرائيور کي پٺتي پنجي ويس : ” اڳيان کهڙي طرف هلڻو آهي؟“

انيتا جي پليشاني تپي رهي هئي، ڪيس بخار ٿي پيو هو، بخار جي تيزيءَ ۾ انيتا پنهنجي پاڻ کان پڇيو : ”ڪيڏانهن؟“ گاڏيءَ جي دري کولڻ لاءِ انيتا پنهنجو ساڄو هٿ کنيو. ”ڪيڏانهن“ لفظ کي ڊرائيور شايد هيڏانهن سمجهيو ۽ گاڏي ساڄي طرف موڙي ڇڏيائين، اهو رستو به چوواٽي تائين پڳو ته ڊرائيور وري پڇيو : ”ڪيڏانهن؟“ انيتا دريءَ مان ٻاهر ڏٺو. کاٻي هٿ واري رستي جي ڪنڌ کان جيڪا عمارت هئي، ان تي لکيل هو: ”نمائش“ انيتا کي يڪدم اقبال جي ياد آئي، ۽ پاڻ ڊرائيور کي هٿ سان ان عمارت اڳيان گاڏي بيهارڻ جو اشارو ڪيائين.

ڪا نمائش هيننر به ٿي رهي هئي، پر اقبال جي تصويرن جي نمائش جيئن ته ڪيترائي ڏينهن اڳي ختم ٿي چڪي هئي، ان ڪري اقبال هتي موجود ڪو نه هو. هونئن اقبال گذريل ڏينهن ۾ چار پنج پيرا انيتا سان مليو هو. پر هتي نمائش ۾ ۽ به پيرا انيتا جي آفيس ۾ آيو هو. انيتا وٽ سندس گهر جو ڏس ڪو نه هو. انيتا جڏهن واپس ورڻ لڳي ته ڪنهن ڪيس اقبال جي گهر جو ته نه، پر سندس ”اسٽوڊيو“ جو ڏس ڏنو. انيتا اهو ڏس، ڊرائيور کي ڏسيو ۽ پوءِ نيم بي هوشيءَ جي حالت ۾ گاڏيءَ ۾ اچي ويٺي.

انيتا دروازو کڙڪايو، اقبال اتي ئي هو. اقبال کي ڪيترو وقت تہ اهو وشواش ئي نہ آيو تہ انيتا سچ پچ، اهڙي طرح پچا ڪندي، ڳوليندي وٽس آئي هئي.

انيتا ڪنهن ڪرسيءَ تي ويهڻ بدران، کاٽ جي تختي تي ويهي رهي، جنهن تي ڪيترين ئي اخبارون ۽ فائيل رکيل هئا. هن ڪجهہ اخبارن کي هٽائي، پنهنجي لاءِ جڳهہ ٺاهي / ڪجهہ اخبارن کي مٿي هيٺان رکي، وهاڻو ڪيائين.

" مون کي ٿورڙو پاڻي ڏي." انيتا چيو ، پاڻي پيئڻ کان پوءِ اقبال کان پڇڻ لڳي :

"اقبال ! توهان، جيون ۾ ڪو اهڙو ڏينهن بہ ڏٺو جنهن ڏينهن توهان وٽ رهڻ کاڻ کا جڳهہ نہ هئي؟"

"لاهور جي ڳالهہ آهي، مان آرٽس اسڪول جو آخري امتحان ڏيئي چڪو هوس، نتيجو بہ نڪري چڪو هو ۽ اسڪول جي قاعدي موجب مان هاسٽل ۾ نٿي رهي سگهيس، اڳي ئي ٽي ڏهاڙا وڌيڪ رهي چڪو هوس. چوٿين ڏهاڙي رات جو يارهين وڳي ڌاري، مون کي جڏهن هاسٽل جو قاعدو ٻڌايو ويو، تہ مان ان ئي ويل پنهنجي بيگ کڻي اتان هليو آيس. پر مون نٿي ڄاتو تہ ڪيڏانهن پيو وڃان، اسٽيشن هليو آيس، پهرئين هڪ پيرو چانهہ جي دڪان تي ويهي، چانهہ پيتم، تہ جيئن رات جو ننڊ نہ اچي . ڪجهہ وقت پليٽ فارم تي گهمندو رهيس، پوءِ هڪڙي گاڏي آئي، جيڪا گجرانوالا ڏانهن ٿي ويئي، مون حساب لڳايو تہ جي مان ان گاڏي ۾ ويهي رهان ۽ وري اتان واپس موٽي اچان تہ رات گذري ويندي ۽ مان ان گاڏيءَ ۾ ويهي رهيس."

اها وارتا ٻڌائڻ کان پوءِ اقبال کي خيال آيو تہ : "انيتا جي سوال ۾ ضرورت کان وڌيڪ نراسائي هئي، ايندي ئي سندس پهريون سوال اهو ڪهڙي ڪارڻ هو" اقبال وياڪلتا مان پڇيو : "توهان اها ڳالهہ ڇو پڇي؟ انيتا!"

انيتا ڪو بہ جواب نہ ڏنو.

"انيتا!"

"هون!"

"اهڙو ڏهاڙو، پلي هئي ڪنهن تي اچي، توهان تي تہ هر گز نٿو اچي سگهي."

"ڇو؟"

"توهان وٽ ڇا ڪونهي؟ توهان جو پنهنجو گهر.... توهان جو .. ........"

"ظاهري طرح تہ سڀ ڪجهہ شايد ٺيڪ ٺاڪ ڏسڻ ۾ ايندو هجي پر......." انيتا، اخبارن جي وهاٽي تان مٿو ڪڍي اقبال ڏانهن ڏٺو ۽ چيو : "سڏ اٿئي تہ اڄ مان توهان جي ڪمري ۾ ڇو آئي آهيان؟ ....... مون ڪي ڪٿي بہ اهڙي ٻيٺي نہ ملي جتي ويهي......." انيتا وري بہ اخبارن جي وهاٽي تي مٿو رکي ڇڏيو ۽ ترسي، ترسي چيو : "اوپري ڇت هيٺان ڳوڙها بہ پنهنجا نٿا لڳن."

اقبال ڪجهہ بہ نہ چيو، شايد ڪو ٺي بہ انيتا جي ان ڳالهہ کي ٻڌي ، ڪجهہ نہ چئي سگهي ها! ۽ پوءِ انيتا بہ نہ ڳالهايو، ڪمري ۾ هڪ پوائٽي سانت ڇانئجي ويئي. البتہ، انيتا جي بند نيڻن مان ڪجهہ ڳوڙها، سندس ڳلن تان وهندا، هيٺ رکيل اخبارن تي ڪرڻ لڳا تہ ٽپ ٽپ جو آواز ضرور آيو. پوءِ شايد انيتا سمهي رهي. سندس دماغ تي بخار جي تيزي ڇانئجي ويئي، ڪيس ڪا بہ سڌ ڪا نہ رهي....

ڪمري ۾ هلڪي هلڪي اونداهي ڇانئجي چڪي هئي، ان ويل انيتا اکيون کوليون. هن ڏٺو تہ، اقبال سندس مٿي هيٺان اخبارن بدران، ڪو نرم نرم ڪپڙو رکي ڇڏيو هو. ۽ پاڻ انيتا جي مٿي کي زور ڏيئي رهيو هو، نہ ڄاڻ ڪيتري وقت کان زور ڏيئي رهيو هو.

"مون توهان لاءِ چانهہ تيار ڪئي هئي، پر هاڻ شايد ٿڌي ٿي ويئي هوندي، مان ٻي چانهہ ٿو تيار ڪري وٺان." اقبال چيو ۽ اٿڻ لڳو.

انيتا، هڪ لڳان اقبال ڏانهن ڏٺو ، اهوئي معصوم چهرو، چڙو ۽ چست، جيڪو انيتا پهرئين ڏهاڙي نمائش ۾ ڏٺو هو، پر هن ويل، اهو تمام لٽل لٽل هو، شايد انيتا جي اننت پيرا کان وياڪل ٿي ويو هو. انيتا هڪ ڏکهو ساهہ کنيو ۽ چيو :

"اقبال! توهان کي ياد آهي تہ جنهن ڏهاڙي پاڻ، پهرئين گڏ چانهہ پيتي

هئي، تڏهن انيڪ ڳالهيون ڪيون هيونسين؟

"ها!"

"ان ڏهاڙي توهان مون کي هڪ ڳالهه چئي هئي ... "

"ڪهڙي؟"

"... ته توهان، منهنجي چهري ۾ پنهنجي مرحيات ماءُ جو چهرو ڳولي رهيا آهيو يا پنهنجي وڃايل من جيت جي چهري کي."

"سچ ٿو چوان انيتا! مون کي هينئر به ائين ٿي ٿو ڀاسي ته جڻ توهان جو چهرو منهنجي ماءُ جو چهرو هجي، پر ان کان ڪجهه ننڍڙو ٿي ويو هجي يا من جيت جو چهرو هجي، پر ان کان ڪجهه وڏو ٿي ويو هجي."

ان کان پوءِ، چانهه پيئندي ، انيتا ، اقبال کي پنهنجي جيون جي سموري وارتا ٻڌائي ڇڏي . اقبال، انيتا جي جيون ۾ ، هن دنيا جو پهريون شخص هو ، جنهن کي پاڻ پنهنجو سڀ ڪجهه پنهنجي زبان سان ٻڌايو هئائين.

"توهان اهو سڀ ڪجهه ساگر کي ڇو نه ٻڌايو؟..... ٻارڙي جي ڳالهه..... ان جي شڪل جي ڳالهه ، ڪو ٿي اهڙي ريت به ڪنهن تصور ۾ جيئرو رهي ٿو سگهي؟

جي، پاڻ ڪڏهن ٻڌي ها... " اقبال ڳميرتا مان چيو.

انيتا هڪ گهرو ساهه کڻيو ۽ چيو :

"اقبال! محبت ۾ ٻي هر ڪا سگهه هوندي آهي، فقط هڪڙي ڳالهائڻ جي شڪتي نه ٿيندي آهي."

(١١)

شام جا ٺيڪ پنج وڳا هئا ، انيتا پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿڻ واري ٿي هئي ته اقبال جي فون آئي :

"انيتا! جيڪڏهن توهان وٽ اڄ هڪڙو ڪلاڪ وقت هجي ته مان توهان جي آفيس اچان؟ توهان جي موڪل ٿيڻ واري هوندي، پاڻ هڪڙي ڪلاڪ لاءِ، ڪٿي ويهي رهنداسين."

"ٺيڪ آهي،" انيتا جواب ڏنو ۽ اقبال جو انتظار ڪرڻ لڳي. اقبال شايد ڪجهه پري کان فون ڪئي هئي، جو ڪيس اچڻ ۾ ڪجهه اوير ٿي ويئي،

انيتا پيرن جي هلڪي آهٽ سان بہ ڇرڪي ٿي پيئي، پر جڏهن پيرن جي اها آهٽ اقبال جي نٿي ثابت ٿي تہ پاڻ، پرسان رکيل ڪتاب پڙهڻ ۾ مصروف ٿيڻ ٿي ويئي. ڪجهہ وقت کان پوءِ انيتا ڪتاب کي هڪ پاسي رکيو ۽ ڪمري مان نڪري ورانڊي ۾ آئي.

"هي انتظار،" انيتا سوچڻ لڳي : "مون کي اٿين ٿو پاسي تہ انتظار. اڳي بہ منهنجي جيون ۾ هو، پر اهو بہ ڪنهن قسم جو هو."

ورانڊي ۾ بيٺي بيٺي، انيتا جي من ۾ هلڪي هلڪي خوشيءَ جنم ورتو : "اُهو بہ مان هڪڙو واريءَ جو گهر اڏي رهي هيس. هيءُ بہ هڪڙو واريءَ جو گهر اڏي رهي آهيان، چڱو ، نيڪ آهي، هيءَ واري ڪنهن آٽي تہ ڏني آهي، اڳي تہ ڇڻ واري بہ پاڻ ئي آندي هئي."

انيتا ، اڃان بہ خيالن جي گهراين ۾ ٻڏي ويئي : "مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ ان واريءَ جو گهر ڇو ٿي ناهڻ چاهيان؟ منهنجا هٿ، منهنجا پير، ان سان کيڏندي سڄي ٿا پون، پر ائين ، ڇڻ انهن ۾ ذرو بہ توانائيءَ جو نہ هجي."

جيتوڻيڪ سامهون وارو سمورو رستو، انيتا جي ڏسڻ ۾ آيو پئي، ۽ اقبال اهو ئي رستو وٺيو پئي آيو، پر ان جي اچڻ جي سرت، انيتا کي ان سمي پيئي، جڏهن اقبال، انيتا جي ويجهو اچي چيو :

"مون کي پهچڻ ۾ دير ٿي ويئي؟"

"نہ ،" انيتا جڏهن اهو جواب ڏنو، تہ پاڻ روايتي طور تي "نہ" ڪو نہ چيو هئائين. هوءَ سوچي رهي هئي تہ ! اقبال جلدي اچي ويو، هن اڃا ڪجهہ وقت هيڪلو رهڻ ٿي گهريو. ۽ اقبال جو اوسيئڙو ڪندي، هن ، اهو ٿي سوچڻ گهريو تہ "پاڻ اقبال جو اوسيئڙو ڇو پئي ڪري ؟"

"هلون؟"

"ڪيڏانهن؟"

"ڪيڏانهن بہ "

"هلو."

ويجهي ۾ ئي هڪ سٺي هوٽل ۾ ، جي، اقبال جڏهن چانهہ گهرائي تہ پاڻ انيتا دان پڇيائين تہ : هوءَ ڇا کائڻ پسند ڪندي ؟

"ڪجھ بہ نہ، فقط چانھہ."
"ڪا بہ شيءِ، ڀلي ٿورڙي ئي سهي."
"مان فقط چانھہ پيئندي آهيان، سنجها سمي."
"پر اڄ...."
"اڄ ڪا خاص ڳالھہ آهي؟"
"نہ، خاص ڳالھہ تہ ڪائي ڪانهي."
اقبال ڪجھہ ڪجھہ شرمايل پئي لڳو. ان ڪري انيتا هڪ لڱاں وري چيو :

"اڄ ضرور ڪا خاص ڳالھہ آهي."
اقبال ڪجھہ وقت تہ ڪجھہ بہ نہ ٻڌايو، پر پوءِ چانھہ پيئندي چيائين : اڄ، سندس "جنم ڏينهن آهي."
انيتا بيري کي سڏيو ۽ تازي ٺهيل شين جو آرڊر ڏيڻ کان پوءِ، چيائين :
"مون کي پهرئين ڇو نہ ٻڌايئہ؟"
"ڪا خاص ڳالھہ نہ هئي؟"
"هيءَ خاص ڳالھہ نہ هئي؟"
"مون اڄ تائين، پنهنجو جنم - ڏينهن ڪونهي ملهيايو، پنهنجي ڪنهن دوست کي بہ، پنهنجي جنم-ڏينهن جي باري ۾ ڪڏهن بہ، ڪجھہ ڪو نہ ٻڌايو اٿم، پر اڄ نہ ڄاڻ ڇو، صبح کان ئي منهنجي دل گهريو تہ توهان کي ٻڌايان."
"مون کي صبح جو ئي ڇو نہ ٻڌايئہ ؟ توهان جي فون تہ ان وقت آئي هئي، جنهن وقت مان آفيس مان نڪرڻ واري هيس، جيڪڏهن هڪڙو منٽ بہ دير سان اچي ها تہ مان وڃي چڪي هجان ها!"
"مان سارو ڏهاڙو، اهو ئي سوچيندو رهيس تہ توهان کي بہ ٻڌايان يا نہ."
"سچ پچ! ڇا هن کان اڳ توهان پنهنجو جنم-ڏينهن ڪڏهن ملهايو ناهي؟"
"ڪڏهن بہ ، نہ."
"ڇو؟"
"مان، هيڪلو ڪيئن ملهايان؟" اقبال شرمائجي منهن لڪائي ڇڏيو ۽

پڇيو :

"توهان ڪڏهن پنهنجو جنم - ڏينهن ملهايو آهي؟"

"مون؟ ـــــ پنهنجو ته ڪڏهن ملهايو نه اٿم پر ڪنهن ٻئي جو ضرور ملهائيندي رهي آهيان. هيڪلو ويهي ملهائيندي رهي آهيان."

"ساگر جو ؟"

"ها!"

"هيڪلو، ويهي؟"

"بلڪل، هيڪلو ويهي."

"اهو، ڪيئن ؟"

"هڪ لڳان مون، ڪنهن انگريز عورت جي "ڊائري" پڙهي هئي، ڪيس هنگريءَ جي حڪومت، برطانيه جي جاسوس هجڻ جي شڪ ۾ پڪڙي ورتو هو، ۽ ستن سالن تائين، هڪڙي ڪوٺيءَ ۾ بند رکيائونس، ان گگهه اونداهي ڪوٺيءَ ۾ رهندي ٻه ، اها عورت هر سال "ڪرسمس" ملهائيندي هئي، ڪاري "ڊبل روٽي" ڪيس کائڻ لاءِ ملندي هئي، انهيءَ ئي ڊبل روٽيءَ کي ڪٽي هوءَ ڪجهه اکر ٺاهيندي هئي، ۽ انهن اکرن کي ڳنڍي ڳنڍي، هوءَ ڪوٺي ۾ پيل، ڪاٺ جي هڪڙي ميز تي ٻه قطارون، جوڙيندي هئي، ڊبل روٽيءَ کي هٿن ۾ نپوڙي، هوءَ گل به ٺاهي وٺندي هئي، جيل جي ڊاڪٽر وٽان، جيڪا ڪيس ڪا دوا ملندي هئي، اها گهڻو ڪري رنگين ڪاغن ۾ ويڙهيل هوندي هئي، انهن ڪاغذن کي، هوءَ ڊبل روٽيءَ جي گلن لڳائي سبي ڇڏيندي هئي. بس ڪجهه اهڙي ئي نموني مان ـــ مان ساگر جو جنم-ڏينهن ملهائيندي رهي آهيان."

"ساگر کي ته شايد، ان ڳالهه جي ڪل ئي نه هوندي."

"نه، ڪيس ڪا به ڪل ڪانهي."

چانهه وغيره جو بل آيو. انيتا، سٽ ئي اهو بل پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو.

" مون کي، ان ريت، سٺو نه لڳندو." اقبال هار وڃان چيو :

"چانهه پيئڻ لاءِ ته مون، توهان کي سڏايو هو."

انيتا جڏهن بل ڏيئي ڇڏيو ته اقبال کي چيائين:

"منهنجي خوشيءَ ۾ هميشه ڳوڙها برابر جا ڀائيوار رهيا آهن، پر اڄ "

"چا، اڄ به؟"

"ان وقت منهنجي خوشي، ڳوڙهن ساڻ پنل هئي، پر اڄ نہ - چا اها ڪا معمولي ڳالهہ آهي؟"

هوٽل ڪان ٻاهر نڪري، رستي تي هلندي انيتا چيو،

"اقبال! اڄ مان توهان جو اوسيئڙو ڇو ڪري رهي هيس؟ ۽ ان اوسيئڙي ۾ خوشي ڇو محسوس ڪري رهي هيس؟؟"

اقبال، نيڻ کڻي انيتا ڏانهن نهاريو، سندس اکيون خوشيءَ مان چمڪي پيون هيون،

"ان ويل مون کي سڌ نہ پيئي، پر هاڻ سڌ پئجي ويئي اٿم."

"چا؟" اقبال ماٺ ۾ ٿي رهڻ گهريو، اها "چا" سندس وات مان الاجي ڪيئن نڪري ويئي.

"اهو تہ مان ، توهان سان الاهي ڳالهيون ڪري ٿي سگهان، سيئي ڳالهيون، هن هيڪلائپ ۾ مون کي ڪنهن جي گهرج هئي، توهان کي سڌ ناهي تہ توهان مون کي چا ڏنو آهي، هي هيڪلائي، ڏاڍي پوائتي ٿي ٿئي."

اقبال جي چمڪندڙ اکين ۾ هلڪي هلڪي گنيرتا چانئجي ويئي، ۽ اها گنيرتا، انيتا ڏسي ورتي.

"توهان ڪجهہ چپ چپ آهيو اقبال !"

" پوءِ مون کي ائين ڇو محسوس ٿيو؟"

"نہ."

اقبال ڪجهہ پل ماٺ ۾ رهيو ڄڻ پنهنجي جواب ئي پاڻ ئي ڳولي رهيو هجي، پوءِ چوڻ لڳو: "شايد توهان نيڪ ٿيون ڇئو ،

انيتا ! پر مون کي اها خود بہ سڌ ناهي تہ مان ڇو ماٺ ٿي ويو آهيان."

"شايد ان ڪري تہ مون جيڪا ڳالهہ ڪئي تہ مون کي ڪنهن ساٿيءَ جي ضرورت آهي، فقط هڪڙي ضرورت ئي آهي."

" اها شايد ان ڪري، تہ اها گهٽي [illegible] جي ڳالهہ ڪانهي، نہ چاڻ، ڪڏهن توهان جي اها ضرورت ختم ٿي وڃي!"

انيتا هڪڙي ڦڪي مرڪ، مرڪي، ۽ پوءِ چوڻ لڳي : "مون کي نہ

تہ ڪڏھن ساگر ملندو ۽ نہ منھنجي ضرورت ختم ٿيندي ، پر اقبال ! توھان خود ئي ڪنھن ڏھاڙي ايترو ڏور ھليا ويندا ھو توھان کي منھنجي ضرورت جو خيال بہ نہ رھندو."

اقبال، ڪو جواب ڏيڻ بدران، پنھنجي کيسي ۾ ھٿ وڌو ۽ ھڪڙو پتر، انيتا کي ھٿ ۾ ڏنائين.

انيتا پتر پڙھيو، اھو ھڪ سرڪاري آفيسر جو پتر ھو، جنھن ۾ اقبال کي "انٽرويو" لاءِ سڏايو ويو ھو.

"نوڪري ملڻ جون "واڌايون" ھينئر ئي ڏيان يا نوڪري ملڻ کان پوءِ ؟"

"انٽرويو ٿي چڪو آھي." ،

انيتا وري بہ پتر ڏانھن ڏٺو، پتر تي اڄ کان ويھہ ڏينھن اڳي جي تاريخ لڳل ھئي، پتر، يو-پي حڪومت جو ھو، ظاھر آھي تہ اقبال کي دھليءَ کان ٻاھر ھليو وڃڻو ھو، انيتا کي ڪجھہ ائين لڳو چڻ رستي جي ڪناري وارو وڻ، سندس اڳيان اچي ويو ھجي ۽ ھوءَ بي سرتائيءَ ۾ ھلندي ھلندي، ان سان ٽڪرائجي ويئي ھجي، "توھان ويھي ڇو رھيون آھيو؟ انيتا!" اقبال چيو،

"ڪجھہ چڪر اچي ويو، " انيتا ڪاٻي ھٿ جي ترِيءَ سان پنھنجون ڀيئي اکيون مھٽيون ۽ پوءِ پنبڻ ڦڙڪائي، سامھون واري رستي ڏانھن ڏسڻ لڳي.

انتيا کي سامھون وارو رستو ڏسڻ ۾ نہ پئي آيو، بلڪہ پنھنجي سامھون، ڪيس ريلوي اسٽيشن ڏسڻ ۾ پئي آئي. ريل جي پٽڙي، ريل جو پليٽ فارم ۽ ھڪڙو سوٽ ڪيس ھٿ ۾ ڪنيل، ساگر..... ساگر جي ھن شھر کان وڃڻ واري ڏھاڙي ۽ اڄ اقبال جي ھليو وڃڻ جي ڏھاڙي جي وچ ۾ ، ڪيترن ئي ورھين جو فاصلو ھو، پر اھو فاصلو الاجي ڪيئن دور ٿي ويو ھو، انيتا کي محسوس ٿيو، چڻ ھوءَ اسٽيشن جي پليٽ فارم تي بيٺي آھي، ۽ سامھون ساگر گاڏيءَ ۾ چڙھي رھيو آھي.

اقبال، انيتا جو ھٿ جھلي، ڪيس ھڪڙي بينچ تي ويھاري ڇڏيو.

"توھان جي طبيعت، ٺيڪ نٿي معلوم ٿئي."

"ھينئر ئي ٺيڪ ٿي ويندي."

"ڪٿان پاڻي آڻيان، چا؟"

انيتا، جواب ڏيڻ بدران ڪنورتا مان اقبال جي منهن ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ منهن ڦيري ڇڏيو، انيتا جي دل ۾ آيو: اقبال هتي، هن شهر ۾ ڇو رهيو پيو آهي؟ جيڪڏهن ڪيس وچٿو ئي آهي ته هينئر ئي ڇو نه ٿو هليو وڃي؟ انيتا اهو سڀ ڪجهه چوڻ نٿي گهري، پر سندس پرندڙ شرير ۾ ڪجهه به برداشت ڪرڻ جو ساهس ڪو نه هو، سندس وات مان نڪري ويو: "اقبال! توهان هن وقت وڃو هليا، ٿوري دير ڪانپوءِ مان، پاڻهي گهر هلي وينديس."

"انيتا!" اقبال گهبراهٽ مان چيو.

"مان تنها رهڻ ٿي چاهيان." انيتا جواب ڏنو، پر اقبال ڏانهن ڏنائين ڪونه.

اقبال چپ ٿي ويو، پاڻ اتان ويو ڪو نه.

"توهان وڃو اقبال!" انيتا ڪجهه وقت ڪانپوءِ وري چيو.

"مان هن طرح، توهان کي هيڪلو ڇڏي نه ٿو وڃي سگهان،" اقبال چيو ۽ جتي، اهڙيءَ طرح لاٿائين، ڄڻ بي فڪي ٿي، ڪچ وقت ويهڻ لاءِ تيار ٿي ويو هجي.

انيتا جو هٿ، اڳيان وڌيو، ڄڻ هوءَ اقبال کي اتان زبردستيءَ اٿارڻ چاهيندي هجي، ڏڪو ڏيئي اٿارڻ چاهيندي هجي. انيتا ڏٺو ته سندس هٿ، ڪاوڙ مان ڏڪي رهيو هو، اقبال پنهنجي ٻنهي هٿن سان انيتا جو هٿ پڪڙي ورتو.

"اقبال!" انيتا ڪنورتا سان چيو ۽ پنهنجو هٿ ڇڏائي ورتو، انيتا وڃڻ لاءِ اٿي ته هڪڙو ڪاغذ سندس چنيءَ مان ڪري، گاهه تي وڃي پيو. هيءُ اهو ئي سرڪاري پتر هو. جيڪو اقبال، انيتا کي پڙهڻ لاءِ ڏنو هو، انيتا، ٻهڪي ڪاغذ کنيو ۽ پوءِ، اهو اقبال کي ڏيئي، تيز تيز قدمن سان هڪ پاسي هلڻ لڳي.

اقبال ان ڪاغذ کي ڦاڙي، اڇلي ڇڏيو، ۽ انيتا جي پنيان ايندي چوڻ لڳو: "هيڪلي نه وڃ انيتا! اونداهي ٿي ويئي آهي، مان گهر ڇڏي ٿو اچان توکي."

ڪاغذ جا ٽڪرا، هوا ۾ اڏامندا، انيتا جي پيرن ۾ اچي لڳا، انيتا ڪن پل لاءِ رڪي، پر پوءِ پنهنجي خيال ۾ ئي هلڻ لڳي.

"هن ريت، منهنجو جنم - ڏينهن ملهائي، مون سان رسي به ويٺو هوءِ؟".

انيتا، اُن وقت رڪجڻ نٿي گهُريو، پر رسڻ جي ڳالهه ٻڌي، ڪيس رڪجڻو پيو.

"حقيقت ۾، انيتا! توهان مون تي ڏمريل ناهيو، توهان جي ڪاوڙ اڄ' تائين، ساگر تي آهي، هن ئي ريت هڪ ڏهاڙي ساگر وٽ ڪوئي پتر آيو هو، ۽ هو هن شهر مان هليو ويو هو." اقبال، انيتا سان گڏ هلندي چيو.

انيتا کي محسوس ٿيو ته: پاڻ روئي پوندي، هينئر هن رستي تي روئي پوندي، پنهنجي چپ کي ڏندن سان چڪ پائي انيتا چيو:

"اقبال! جيڪڏهن توهان مون کي ايترو سمجهي سگهيا آهيو، ته پوءِ مونکي، منهنجي حال تي ڇو نه ٿا ڇڏي ڏيو؟ خدا جي واطي، مون سان ڪا به ڳالهه نه ڪريو، مان تمام گهٽي دکي آهيان، هن ويل — توهان نه ٿا سمجهو، توهان جي هن ويل هليو وڃڻ سان......." انيتا جو گلو ڀرجي آيو!

"پر، انيتا!........"

"شهر مان ماڻهو، هر روز وڃن ٿا، ڪنهن جي وڃڻ سان، ڪو فرق نه ٿو پوي، پر الائجي ڪڏهن هي ڇا ٿو ٿي وڃي،....... ائين ئي منهنجي دل ۾ الائجي ڇا پيو ٿئي.....!! جڻ ساگر مون سان ٻئي لڳان......." انيتا پنهنجن ئي ڏندن سان پنهنجي زبان ڪاٽي ڇڏي.

اقبال ڪجهه وقت ماٺ رهيو، پوءِ هوريان هوريان چوڻ لڳو: "ساگر، هڪ لڳان وڃي سگهي ٿو، پر ٻئي لڳان نه ٿو وڃي سگهي."

"ڇا مطلب؟" انيتا ڇرڪ ڀري بيهي رهي.

"ساگر وڃي سگهيو گهيو ٿي، اقبال نه ٿو وڃي سگهي،" اقبال چيو ۽ پنهنجي هٿ - ترِيءَ سان پنهنجي نرڙ کي اگهيائين، ڄڻ پنهنجي ڳالهه ڪان، هو پاڻ گهبرائجي ويو هجي.

”چا، مطلب؟“ انيتا وري چيو.
”؟ مان ڪيڏانهن به ڪو نه ٿو وڃان.“
”ڇو؟“
”ڇو ته مان ڪيڏانهن به نه ٿو وڃي سگهان.“
انيتا، وڏندڙ اونداهيءَ ۾ اقبال جي چهري ڏانهن ڏٺو، ان وقت پاڻ اقبال جو چهرو سڃاڻي نه سگهي، چهرو شايد پاڻ ڏسي ئي ڪو نه رهي هئي، هوءَ فقط آواز ٻڌي رهي هئي، ۽ هيءُ اهوئي آواز هو، جنهن کي ٻڌڻ لاءِ هن پنهنجي چمار جا هيترا ورهيه گهاري ڇڏيا هئا،—
”..........، مان ڪيڏانهن به نه ٿو وڃي سگهان، مان توکي ڇڏي ڪيڏانهن به نه ٿو وڃي سگهان“ ۽ اڄ اهو آواز سچ پچ انهيءَ ڏرتيءَ کان اچي رهيو هو.

۱۳

انيتا پورا پنج ڏهاڙا آفيس نه وئي، اهي موڪلون هن هڪ ئي لڳاتار وٺڻ بدران، هڪ هڪ ڪري ورتيون هيون، هر روز هن سوچيو ٿي ته: سڀاڻي تائين منجهس ايتري سگهه ضرور اچي ويندي، جو هوءَ ڪم تي وڃي سگهندي، پر ٻئي ڏينهن، سندس سگهه، پهرئين ڏينهن کان به گهٽجي ويندي هئي، نيٺ پنجين ڏهاڙي بيزار ٿي، هن اقبال کي سڏايو ۽ چيو:
”مون کي ڪنهن ڊاڪٽر وٽ وٺي هل اقبال! منهنجي طبيعت، منهنجي وس کان ٻاهر نڪرندي پئي وڃي.“
”جنهن به ڊاڪٽر وٽ چئين.“
”ذهني مريضن جي ڊاڪٽر وٽ.“
”ڇو“؟ انيتا!“
”مان پنهنجي پاڻ کي چاڙهڻ ٿي چاهيان، اقبال! منهنجا پير ڪٿي ٽڪن ئي نه ٿا، ۽ منهنجي سامهون رستو به ڪو ئي ناهي.“
”پر رستو ته خود ئي ناهٺو پوندو آهي، انيتا! ڊاڪٽر ان ۾ ڇا ڪندو؟“

" ڊاڪٽر، ٻاهر ئين لحاظ کان مون کي ڪجهه نه ٿو ڏيئي سگهي پر شايد هو اندروني طور تي مون ۾ ڪا تبديلي پيدا ڪري، مان، پنهنجي پاڻ کان پريشان ٿي پيئي آهيان."

"هنن ڏينهن ۾ ڪا خاص ڳالهه ٿي آهي؟"

" خاص ڳالهه ته منهنجي سموري جيون ۾ به ڪانهي ٿي، پر شايد جيڪو ڪجهه نه ٿيو آهي، اهو ئي خاص بڻجي ويو آهي."

مون سمجهيو ته شايد "سچديوجي" ڪجهه چيو هجي."

" منهنجي ۽ هن جي وچ ۾ هڪ اهڙي خاموشي اچي ويئي آهي، جنهن کي منهنجو خيال آهي ته هاڻي، اسان ٻنهي مان ڪو به ٽوڙي نه ٿو سگهي."

پر اها خاموشي، تمام پيڙا واري هوندي."

" خاموشي، پاڻ ته مون ڪاڻ پيڙائتي ڪانهي، ان طرح، زندگيءَ کي ريڙهڻ ڪجهه سو ڪو ئي ٿيو ٿو پوي. پر مان پنهنجي ڪاڻ نه ٿي سوچيان، سوچيان ٿي ته جنهن شخص کي مان، سندس اڌيڪار نٿي ڏيان، ان جي چپر هيٺ پيو رهان.... ۽ گڏوگڏ...... جيڪڏهن مان سندس رستي ۾ نه هجان ته اهو شخص پنهنجو نئون جيون ڊِ ناهي ٿو سگهي، نيٺ ته هو هڪ نيڪ ۽ خوشحال شخص آهي، جيڪڏهن مان پنهنجو ڪجهه نه ٿي ناهي سگهان ته انهيءَ جو اهو مطلب ته ناهي ته مان هن جو به ڪجهه نه ٿهڻ ڏيان."

"ڇا توهان جي خيال ۾ ته هو شانتيءَ کي......."

" شانتيءَ واري ڳالهه کي مان، هن نيڪ شخص سان منسوب ڪرڻ نه ٿي چاهيان، هونئن شانتيءَ واري ڳالهه، مون کي ڪڏهن ڪڏهن پريشان ضرور ڪندي آهي، جاڳ ۾ مان ان ڳالهه تي ڪڏهن به ڪانه سوچيندي آهيان، پر سپني ۾ مونکي ان جو ڏاڍو پوائيتو روپ ڏسڻ ۾ ايندو آهي، گذريل ٽن ڏينهن کان مون کي ته عجيب قسم جا خواب ڏسڻ ۾ ايندا رهيا آهن، ڪڏهن مان ڏسندي آهيان ته، هوءَ پاڻيءَ جي گلاس ۾ ڪجهه ملائي، مون کي زبردستيءَ پياري رهي آهي. ڪڏهن ٻنهي هٿن سان، منهنجي ستل هوندي، منهنجو گلو دٻائي رهي آهي....
ڪڏهن.........."

"پر شانتيءَ جي ان حرڪت جي پٺيان ڪا ته ڳالهه هوندي؟"
" شايد هوندي، پر مان ان ڳالهه تي سوچڻ نه ٿي چاهيان، مان......"
"توهان هڪ لڳان" هن گهر کي ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو هو؟".
" ڪيو هو، پر جيڏانهن وڃڻو هوم، ان گهر جو رستو، مون کي ڪو نه ملي سگهيو.
"توهان کي سڌ آهي ته مان دهلي ڇڏي چڪو، نه ويس؟"
"ڇو؟"
"ته شايد توهان وري ڪڏهن اهڙو فيصلو ڪريو.... ۽ توهان کي هيئن چوڻو پوي: جيڏانهن وڃڻو هوم ان جي گهر جو رستو، مون کي نه مليو."
انيتا، ڳالهايو ڪر نه، ڪيترو ئي وقت اقبال جي چهري ڏانهن ڏسندي رهي، پوءِ هوريان چوڻ لڳي:
"اقبال! توهان کي سڌ آهي ته، تهان ڇا ڇٽي رهيا آهيو؟"
"ها!"
" نه، مان سمجهان ٿي ته، توهان کي سڌ ناهي."
" مونکي جنهن شئي جي ڪلپنا هئي، حاصل ڪري ورتي، ۽ جيڪي ڪجهه چوڻو هو، ڇٽي چڪو آهيان."
"انيتا، هڪ لڳان وري اقبال جي چهري ڏانهن ڏٺو، ان جي چهري تي حياءُ هو، هڪڙي سادگي هئي، هڪڙي سچائي هئي، انيتا جي دل ڀرجي آئي، ۽ انيتا قدر ڪندي چيو:
" اقبال! توهان جي عمر، اڃا تمام ننڍي آهي، توهان شايد اڃان پنهنجي پياس کي نه ٿا سمجهو."
"انيتا! جيڪڏهن تون پنهنجي عمر کي ورهين جي وال سان ماپيندينءَ ته اها ضرور ننڍي ٿي ويندي، پر اها ننڍي آهي ڪا نه......"
اقبال جڏهن انيتا کي، توهان مان تون ڪري سڏيو ته انيتا ڪلندي چوڻ لڳي:
" سچ پيچ، مان توهان ڪري سڏجڻ سان تمام وڏي ٿي محسوس

ٺيان، پر تون سڄڻ سان ايتري وڏي نہ." پر ان سان گڏوگڏ انيتا جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو، پاڻ چيائين:

"اقبال! جيڪڏهن مان توهان جي چمار جي ٿي وڃان تہ نہ ڄاڻ مان توهان جو ڪيترو قدر ڪريان......"

"پوءِ شايد انيتا! تون منهنجو ذور بہ قدر نہ ڪرين.... هاڻ جيئن تہ تون ساگر کي وڃائي چڪي آهين، هاڻي توکي، ڪنهن کي حاصل ڪرڻ جو قدر ٿي سگهي ٿو."

"ٺيڪ آهي، اقبال! پر فقط، منهنجي قدر ڪرڻ سان، توهان جو ڇا سنواربو؟ مان توهان کان چمار ۾ وڏي آهيان......"

"فقط ڇهہ ورهيہ"

"ڇهہ ورهيہ تمام گهڻا ٿا ٿين اقبال! توهان اڃا دنيا ڏٺي ناهي. هن دنيا ۾ ڏاڍي سندرتا آهي، تمام گهڻي جواني آهيم توهان جي دل مون مان ڀرجي ويندي......مان ........"

اقبال، پنهنجو هٿ، انيتاج جي وات تي رکندي چيو:

" مون کي جيڪي ڪجهہ بہ هن دنيا ۾ حاصل ڪرڻو هو، سو حاصل ڪري ورتو."

"پر، دنيا کي بنا ڏسڻ جي!؟" انيتا پهرئين تہ کلي ڏنو، پوءِ گنڀيرتا مان چوڻ لڳي:

"چڱو اقبال! توهان هڪ لڳا وڃي، سموري دنيا ڏسي اچو، جيڪڏهن ڪا جڳهہ توهان کي روڪي ڇڏي تہ اتي ئي رهي پئجو پر جيڪڏهن توهان کي ڪا بہ شئي نہ روڪي سگهي تہ مون وٽ هليا اچجو، تيستائين مان تنهنجو اوسيئڙو ڪنديس."

اقبال، اٺي ڪمري جي چوگرد ڦيرو ڏنو ۽ پوءِ انيتا جي پرسان بيهي چوڻ لڳو:

" مان سموري دنيا ڏسي آيو آهيان، مون کي انيتا کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ ڪيي."

"اقبال!"

"انيتا! مون ڏانهن نهار!! تنهنجي اکين ۾ ڳوڙها پريل آهن؟!"

"تو وٽ، تمام قيمتي دولت آهي، اقبال! مان ان کي پنهنجي قاتل جهول ۾ نہ ٿي وٺي سگهان."

" تون مون کي قبول ڪر انيتا، ! مان ان جهول کي پاڻهي سڀي ڇڏيندس."

انيتا جي اکين ۾ پريل ڳوڙها، ڪري پيا، ۽ هن ڏک پرئي آواز سان چيو:

" منهنجي ڄمار لهندڙ شام جي سرخيءَ سمان آهي، اقبال!، پر تنهنجي عمر چڙهندڙ سج جهڙي، پريل پريل بہ ڀريءَ جهڙي."

" تہ پوءِ منهنجي بہ - هر ڪي،پنهنجي شام سان ملائي ڇڏي."

" تون ٿورڙي وقت ۾ ئي پڇتائيندين، اقبال!"

" انيتا، مون تي الزام ڏرڻ جو توکي ڪو بہ اڌيڪار ڪونهي، جيڪو پاپ مون ڪيو ئي ڪونهي، مون کي ان جو ڏوهي تون ڇو ٿي قرار ڏين؟".

چند ۽ سج هميشه پنهنجي پنهنجي قوت تي ايرندا آهن، پر انيتا، اقبال جي چهري ڏانهن ڏسندي سوچڻ لڳي: " هيءُ اقبال ڪهڙي وقت جو سوجهرو آهي؟"

اقبال، انيتا جي ڪلهي هٿ رکيو ۽ ان جي ساڄي ڪن تي ڪريل، وارن جي هڪڙي ڇڳ کي، پنهنجي چپن سان ڇهي، چوڻ لڳو:

"انيتا! مان هلان ٿو، تنهنجو اوسيئڙو ڪندس، سڄي ڄمار اوسيئڙو ڪندس، ڀلي اڄ اچجان، ڀلي سڀاڻي اچجان، يا ڪٿي سال ن ڪانپوءِ، پر جڏهن بہ اچين، ائين اچجان، جيئن تون پنهنجي گهر پئي اچين."

اقبال، چانيٽ تائين پهچي هڪڙي منٽ لاءِ بيٺو ۽ پنيان موٽي، انيتا جي هٿ ۾ هڪڙي ڪنجي ڏيئي چوڻ لڳو:

"هيءَ تنهنجي گهر جي ڪنجي آهي، جيئن توکي دروازو کڙڪائيندي، اهو سوچڻو نہ پوي تہ تون پنهنجي گهر ڪو نہ آئي آهين."

۱۳

رات جو پويون پهر هو، انيتا جي اک کلي پئي، سندس ساهه چڙهيل هو، سپني ۾ هوءَ انيڪ ميل هلندي رهي هئي، اوکن پيچرن تان لنگهندي رهي هئي، سندس تکل پير اڃان به سور ڪري رهيا هئا.

انيتا کي سڄي جو سڄو سپنو ياد هو. هن هٿ ۾ به نهايت ئي سندر ڏهليون جهلي رکيون هيون، جن کي هوءَ پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي، ٽڪڙي ٽڪڙي هلي رهي هئي، ڪيترائي وشال ۽ سوڙها پيچرا سندس پيرن هيٺان گذري ويا هئا، ڪيتريون ئي وستيون پنيان رهجي ويون هيون، ڪيترائي اجڙيل ۽ ويران ميدان سندس اڳيان هئا، ۽ هوءَ ٻنهي ڏهلين کي، ٻنهي هٿن ۾ سنڀالي، تمام تڪڙو تڪڙو هلندي پئي وئي، ڇڻ ڪٿي پهچڻ جي ڪيس تڪڙ هجي، ۽ انهن ڏهلين کي ڪولي ڏسڻ جي ڏاڍي ڪامنا هجي.... واڻ تي، هڪڙو منٽ بيهي، هن فقط انهن ڏهلين جو رنگ ڏٺو هو. هڪڙي ڏهلي بلڪل سفيد هئي ۽ ٻي بلڪل ڪاري، اهي ڏهليون، هن ڪٿان آنديون هيون؟ ڪيس ڪجهه ياد نه هو. انهن ڏهلين ۾ ڇا پريل هو؟ ڪيس ڪا سڌ نه هئي، ڪيس ڪا به ڪل نه هئي، فقط اهلندي هلندي پنهنجي ڇنيءَ جي پلئه ۾ ٻڌل ڪنجيءَ کي ڪڏهن ڪڏهن ڇهي ٿي ورتائين.

انيتا جي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا، پر ڪيس اها سرت نه پئي پيئي ته اهي ڳوڙها شڪايت جا هئا يا شڪر جا. ڇا پاڻ قدرت اڳيان شڪايت ڪري رهي هئي ته سندس ٿڪيل پيرن کي، وڏيڪ ٿڪائڻ ڪاڻ، قدرت هڪ نئين پرفريب راهه، کهڙي ڪارڻ ٻڌائي ڇڏي هئي يا هوءَ قدرت جو شڪر ادا ڪري رهي هئي ته، سندس ورهين ڪان ٿڪندڙ پيرن کي قدرت آخرڪار ڪا راهه ته ڏسي هئي؟

سپني واريون ڏهليون ۽ سپني واري ڪنجي، انيتا کي جيئن جو تيئن ياد هيون، انيتا، ڇنيءَ جي پلئه کي ڇهيو، هڪ ڪنجي سچ پچ اُن ۾ ٻڌي پيئي هئي، هن پنهنجي هٿن کي ڏٺو، اهي خالي هئا، سندس ٻنهي هٿن ۾ ڪا به ڏهلي ڪا نه هئي.

هيءَ ڪنجي ته ڪلهه مون کي اقبال ڏني هئي، اها ئي منهنجي سپني ۾ اچي وئي، پر هو ڏهليون......!؟ آهستي آهستي انيتا جي وات

مان نڪتو، هڪ سفيد رنگ جي دېليءِ ٻي ڪاري رنگ جي... هڪڙو آئنا جو رنگ ۽ ٻيو نراشا جو... انيتا ڪڻ تان اٿي ۽ بتي ٻاري هڪڙو پتر لکڻ لڳي:

"ساگر! پنهنجي جيون جي راهه تي هلندي هلندي، ان جڳهه تي پهچي ويئي آهيان، جتان انيڪ پيچرا، انيڪ جڳهين تائين پڄن ٿا. مان نه ٿي ڄاڻان ته، مان ڪيڏانهن وڃان؟ پر توکي مان هڪڙي ڳالهه ٻڌايان، مون کي محسوس ٿو ٿئي ته سيئي پيچرا تو ڏانهن ٿا اچن، اڄ، ڪنهن هڪڙي پيچري تي بينل ڪوئي مون کي سڏي رهيو آهي، ڪنهن ٻئي پيچري ڪان ڪو به آواز نه پيو اچي، ان ڪري مان ان پهرئين پيچري ڏانهن مڙڻ لڳي آهيان.

" مان ڌرمي ويچارن واري عورت ناهيان، پر سوچيان ٿي ته ٿي ته هر انسان جو هڪڙو ڌرم هوندو آهي هڪڙو عقيدو هوندو آهي، هڪڙو خدا هوندو آهي. پر منهنجي خيال ۾ اهو ڌرم، اهو عقيدو، اهو خدا هر ڪنهن جو الڳ الڳ هوندو آهي، ان ڪري "ٻئي ڪنهن جو ڌرم، منهنجو ڌرم ڪونهي، ٻئي ڪنهن جو عقيدو، منهنجو عقيدو ڪونهي ۽ ٻئي ڪنهن جو خدا، منهنجو خدا ڪونهي، ڪنهن جي لاءِ پيار، ڌرم ٿي سگهي ٿو، تلاش عقيدو ٿي سگهي ٿي—— ۽ هڪڙو انسان، خدا ٿي سگهي ٿو. ٻئي ڪنهن جي مونکي سڌ ڪانهي، پر مون ڪاڻ انهيءَ ئي طرح آهي، تون، منهنجو خدا آهين، تنهنجو پيار منهنجو ڌرم آهي، ۽ تنهنجي تلاش، منهنجو عقيدو. هڪ انسان جيان تنهنجو وجود به آهي، ۽ مون ڪاڻ هڪ خدا جيان، تون لڪل به آهين، ان ڪري مان جيڏانهن به وڃي رهي آهيان، تون هميشه ايئن ئي سمجهجان ته مان توکي حاصل ڪرڻ لاءِ وڃي رهي آهيان، اها واٽ، زندگيءَ جي هجي يا موت جي.

"ساگر! مان ڄاڻان ٿي ته اڄ منهنجي هيءَ ڳالهه ٻڌي، تون چوندين ته، مون پاڻ ئي توکي وڃايو آهي. ها، ساگر! مون پنهنجي هٿن سان توکي وڃائي ڇڏيو هو، ۽ ان ويل جي پٽڪيل، اڄ ڪوهين ميل دور بينل، مان اهو به سوچيان ٿي ته: ڇا اقبال ڪاڻ منهنجي ممڪن "ها" توکي، ڪن پل لاءِ ڇيل "نه" جو ردعمل ناهي. مڪمل آهي ته ائين ئي

هجي، شايد مان ان هڪ گهڙيءَ جو قرض لاهي رهي آهيان، شايد اڄ ان ڪري ئي اقبال کي وڃائڻ نہ ٿي چاهيان جو مان توکي وڃائي ڏسي چڪي آهيان، شايد ان ڪري مان اڄ، ان جي ڪا بہ ڳالهہ رد نہ ٿي ڪري سگهان چو تہ مان تنهنجي ڳالهہ رد ڪرڻ جو گناهہ ڪري ويٺي آهيان.

"دنيا جي ڪنهن بہ شخص لاءِ، اهو سمجهڻ اوکو آهي تہ مان توکي بہ پيار ڪريان ٿي ۽ اقبال کي بہ پيار ڪريان ٿي، پر منهنجي سمجهہ ۾ اها ڳالهہ هينئر ٿي اچي تہ جڻ تنهنجي محبت، ڪائي آڪاش جهڙي شئي هجي جنهن جي وجود ڪان ڪو بہ انڪار نہ ٿو ڪري سگهي، پر ان جي هينان رهڻ لاءِ پٽر ۽ مٽيءَ جو ڪوئي گهر ناهڻو ٿو پوي، اقبال جي محبت، ان گهر جيان آهي، جنهن جي ڇتين مان، مون کي سهاري جي ضرورت آهي، هڪڙي گهر جي ضرورت آهي، هڪڙي گهر جي ضرورت ڪان ڪو بہ انڪار نہ ٿو ڪري سگهي، ۽ ان ڳالهہ کان بہ انڪار نہ ٿو ٿي سگهي تہ آڪاش هر هنڌ موجود هوندو آهي، گهر مان ٻاهر بہ، ۽ هر جي اندر بہ.

"ساگر! هيءُ پٽر لکندي، مان اهو بہ ڄاڻان ٿي تہ مان توکي هيءُ پٽر ڪڏهن بہ ڪو نہ اماڻينديس ۽ تون هيءُ پٽر پڙهندين بہ ڪونہ، پر پوءِ بہ هي پٽر لکي رهي آهيان، مون توکي هينئر ٻڌايو هو تہ انسان جيان تنهنجو وجود بہ آهي ۽ مون لاءِ هڪ خدا جيان تون لکل بہ آهين، جڏهن ڪوئي خدا جي حضور ۾ بيهي دعا گهُرندو آهي تہ ڪيس ويساهہ هوندو آهي تہ ڪنهن ٻئي وجود (هستيءَ)، سندس پرسان ويهي، ان دعا کي ٻڌو آهي، منهنجو پٽر، منهنجي دعا آهي، ۽ اهو لکندي مان سوچي رهي آهيان تہ تو، مون وٽ ويهي اهو پڙهي ورتو آهي.

تاريخ: ٨- مئي، سمو: رات جو پوڻون پهر. تنهنجي انيتا.

جيتوڻيڪ، انيتا کي ٻليءَ پٽ ڄاڻ هئي تہ پاڻ هيءُ پٽر ساگر کي ٽپال ذريعي ڪو نہ اماڻيندي، پر پوءِ بہ هن پٽر جي هينان پنهنجو نانءُ لکيو. تاريخ لکي، سمو لکيو ۽ پوءِ پٽر کي لفافي ۾ وجهي ڇڏيائين. لفافي تي ڏس لکڻ ويل انيتا کي کل بہ آئي ۽ روئڻ بہ : "خدا جو ڪو بہ ڏس ڪونهي هوندو." انيتا پنهنجي هيٺين چپ کي ڏندن سان چڪ پاتو ۽ پٽر

ڦاڙي، ننڍا ننڍا ٽڪر ڪري ڇڏيائين.

ان ڪاپيءِ هڪ ننڍڙو پتر، انيتا پنهنجي پٽ ڏانهن لکيو ۽ هڪ ننڍڙو پتر پنهنجي پتيءَ ڏانهن، پٽ واري پتر ۾ هن لکيو ته: " ياڻ جتي به هوندي، هميشه پنهنجي پٽ جو اوسيئڙو ڪندي رهندي، سندس جران ٿيڻ جو اوسيئڙو ڪندي رهندي، سندس خود مختيار ٿيڻ جو اوسيئڙو ڪندي رهندي ۽ هن پنهنجي پتيءَ واري پتر ۾ لکيو: "مونکي، توهان کان تر جيترې به شڪايت ڪونهي، مون کي ان ڳالهه جو ڏک آهي ته مان توهان جهڙي نيڪ انسان جو قدر نه ڪري سگهيس، توهان چاهيو ته مون کي زنجيرن ۾ جڪڙي واپس گهُرائي سگهو ٿا، پر اهو سڀ ڪجهه محض چڪڻ، ريڙهڻ ٿي هوندو، بيو ڪجهه نه. مان جتي به آهيان، جيڪڏهن توهان مونکي پنهنجي حال تي رهڻڏنو ته مان ان کي توهان جي شرافت نفس سمجهنديس ۽ جيڪڏهن توهان، ڪڏهن منهنجو پٽ، مون ڏانهن اماڻيندائو ته......."

اهو پتر لکندي، انيا جون اکيون پرجي آين هيون، ڪانئس ڪجهه نه لکيو ويو، انهيءَ طرح اڌورو پتر، هن ميز تي رکي ڇڏيو.

صبح، ٿيڻ وارو هو، انيتا، پنهنجي آفيس ڏانهن، موڪل جي درخواست لکي ۽ پوءِ ساهس ڌاري اٿي ۽ هٿ منهن ڌوئڻ لڳي.

اقبال جي گهر جي ڏاڪڻ چڙهندي انيتا جڏهن، پنهنجي چنيءَ جي پلئه ۾ ٻڌل ڪنجيءَ کي ڇهيو ته کيس رات واري ۽ سپني ۾ ڏٺل به دبليون ياد اچي ويون. انيتا پنهنجي خالي هٿن ڏانهن ڏٺو — " دبليون ته نه چاڻ ڪيڏانهن هليون ويون، پر انهن جا رنگ، منهنجي هٿن کي لڳل آهن".

۽ انيتا، جڏهن ڪنجيءَ سان دروازو کوليو ته هوءَ خوش به هئي ۽ اداس به—.

۱۴

سج پهرين ڪرڻن سان آڪاش کي ڌونڌاڙيو، انيتا جي اک کلي ويئي، سندس شرير ۾ سجاڳيءَ جي هڪڙي لهر ڊوڙي ويئي، هن پاسو

ورائي، پنهنجي ساڄي طرف ستل اقبال ڪي ڏنو.
ڪنهن راجمڪار جي ڇهري جون جيتريون بہ صفتون، انيتا پڙهي چڪي هئي، اهي سڀ انيتا ڪي، اقبال جي ڇهري ۾ نظر اچڻ لڳيون، ڇپ، جن تي اڄ هوندي آهي، پيشاني جنهن تي هڪ قسم جي ويچار ڌارا هوندي آهي، ۽ اها شڪل جنهن تي ڪو، ملتا هوندي آهي، هن سمي انيتا ڪي محسوس ٿيو تہ ستل اقبال، بلڪل ڪنهن ڪهاڻيءَ جي ان راجمڪار سمان آهي، جيڪو ڪنهن جهنگل ۾، رستو ڀلجي، انيڪ ڏهاڙن ڪان بڪايل،۽ اڃايل، ڪنهن جڳهہ تي جهنگلي ميون کي کائي ۽ هڪ ۾ جهرڻي جو پاڻي پي، ڪنهن وڻ جي گهاٽي ڇانوري هيٺ سمهي رهيو هجي.
انيتا ، ستل اقبالجي ڳچيءَ وٽ، پنهنجو ڇهرو ويجهو ڪندي هڪڙو ڊگهو ساهہ کينو ۽ پوءِ پنهنجون پنج ئي آڱريون سندس گهاٽن وارن ۾ وجهي ڇڏيئاين.
"نيتي!" ستل اقبال اکيون کوليون ۽ انيتا جون آڱريون پنهجن ڇپن تي رکي ڇڏيائين.
"توکي رات جو پڻ تہ ڪو نہ ٿيو؟" اقبال انيتا جي آڱرين کي چمندي پڇيو.
"ٿورڙو ٿيو هو." انيتا کلي ڏنو ۽ چوڻ لڳي: ايئن پئي محسوس ٿيو تہ مان جتان بہ پئي لنگهان، سماج جا هڙيئي قانون، نرڙ تي گهنج وجهي مون ڏانهن ڏسن ٿا ۽ ان ڪري سڀ ماڻهو بہ مون ڏانهن انهيءَ ئي طرح ڏسن ."
"پوءِ؟"
" پوءِ ڪجهہ بہ نہ، تون جلدي سمهي رهيو هئين، مون کي ننڊ ڪا نہ آئي"
مون کي جاڳائي وٺين ها!"
مون کي جڏهن پڻ ٿيو تہ مون تنهنجو هٿ جهلي ورتو هو، پوءِ مان بہ هوريان هوريان سمهي رهيس."
"هاڻي ڪيئن ٿو لڳي؟"

"انيڪ ڏينهن ٿيا، مون خليل جبران کي پڙهيو هو، پر اڄ ائين ٿو پاسي تہ جيڪي لفظ مون گهڻا سال اڳ پڙهيا هئا، تن جي معنيٰ مونکي اڄ معلوم ٿي آهي."

"سچ!"

"خليل چيو هو: "منهنجي آتما، پنهنجي ئي پڪل ميوي سان، ڳوري ٿي پيئي آهي، ڪيترو نہ سٺو ٿئي، جيڪڏهن ڪوئي انسان، مون وٽ اچي، جنهن کي شديد بک لڳي هجي، اهو بک جو روزو ٽوڙي ڇڏي، ان ميوي کي کائي ۽ مون کي ان وزن کان هلڪو ڪري ڇڏي."

"انيتا! توکي بہ ايئن ئي محسوس ٿي ٿيو؟"

" مان ان ئي ريت، ڪنهن جو اوسيئڙو ڪندي هيس، پوءِ تون ملي وئين، ۽ اڄ مون کي پاسي ٿو تہ چڻ سچ پچ مون کي ڏاڍي بک لڳل هئي، اڄ مان ڏاڍي خوش آهيان، تمام گهڻي خوش."

" مان سوچيندو هوس تہ مان پنهنجي بک کي چڱيءَ پر ٿو سڃاڻان، پر جڏهن مان توسا مليس تہ منهنجي اندر نہ ڄاڻ ڇا ٿيڻ لڳو، ۽ ان ويل س پئي تہ مون کي ان کان پهرئين پنهنجي بک جو اندازو ئي نہ هو.

" اقبال! تون ايترو خوش آهين؟"

"تمام گهڻو خوش آهيان."

"مان توکي هڪ ڳالهہ چوان؟"

"چئہ"

"مون کي ڪڏهن بہ هيڪلو نہ ڇڏي ڏجان."

"مان توکي ڪڏهن بہ نہ ٿو ڇڏي سگهان انيتا مون توکي ڏاڍو مشڪل سان حصل ڪيو آهي، پوءِ بہ مونکي، تو کان هڪڙي ڳالهہ پڇڻي آهي."

"ڪهڙي؟"

"تون ڪڏهن اهو سوچي، پريشان تہ ڪو نہ ٿيندينءَ، تہ مشڪل سان تو سماج جا بنڌڻ ٽوڙيا پر پوءِ بہ توکي ساگر نہ مليو".

"ساگر کي جيڪڏهن منهنجي ضرورت هجي ها، تہ هو مونکي

هنن راهن تي هيڪلو نه ڇڏي وڃي ها، ساگر، هاڻي، مون ڪاڻ اُيئن اهي جنهن تي نه مون کي ڪوئي اڏيڪار آهي نه شڪايت، محبت، مان ساڻس هينئر به ڪريان ٿي، پر ايئن نه، جيئن ڪائي عورت، مرد سان ڪندي آهي، بلڪه ايئن، جيئن ڪو انسان خدا سان محبت ڪندو آهي، اقبال! تون منهنجي ڳالهه کي سمجهي رهيو آهين نه؟"

"ها، انيتا!"

" مان اندر ۽ ٻاهر، هڪجهڙي ٿي جيئڻ ٿي چاهيان اقبال! سماج جا ٻنڌڻ مون انهيءَ ڪري ئي ٽوڙيا، هتي، مان اندر ۾ ڪجهه ٻيءَ طرح جي رهي هيس ۽ ٻاهر ڪان ڪنهن ٻيءَ طرح.... مان نيڻ ٻوٽي ڪجهه ٻيو سوچيندي هيس ۽ نيڻ کولي ٻيو ڪجهه ڏندي هيس. سماج جي هن ڍانچي کي ٽوڙڻ سوکو ناهي، مون اَيڪ سال، سوچڻ ۾ ئي گهاري ڇڏيا. ۽ هاڻ جي اهو سڀ ڪجهه ڪري چڪي آهيان، ته فقط ان ڪاڻ/ نه ته مان ڪنهن ٻئي سان ڪوڙ ڳالهايان، نه پنهنجي پاڻ سان."

"ٻڌائي ڇڏ نيتي! سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏ"

"مون کي فقط اهو ئي ٻڌائڻو آهي ته مان تنهنجي ڏنل راتين ۾ ڪو اهڙو سپنو ڏسڻ به نه ٿي چاهيان، جيڪو، تنهنجو نه هجي."

اقبال ڪجهه به نه چيو، صرف اٿي انيتا جي پيشاني چمي ورتائين " سڀ ڪجهه تو ڪاڻ نه، پنهنجي لاءِ ڪرڻو آهي اقبال! مان پنهنجي آتما کي ڪوڙ جي داغن کان بچائڻ ٿي چاهيان."

" اجا ڪجهه ڏينهن شايد مان توکي گهڻو آرام نه ڏيئي سگهان نيتي! (انيتا) تون هميشه آرام سان رهي آهين، توکي اهڙي ڪم ڪار جي عادت به ڪانهي، جهڙا تو رات ڪيا هئا."

"رات؟"

" رات، تو پاڻ ڪمرو صفا ڪيو، پاڻ ماني پچائي ۽ پاڻ ئي ٿانوَ ڌوتا."

" پر تو اهو نه ڏٺو ته جنهن ڪاڻ مون ٽامي جي ٿالهي پرچي رکي ان ڪاڻ، پنهنجي شرير جي ٿالهي به پرچير، عورت جي لاءِ ان کان وڏو آنند ٻيو ڪو به ڪونهي ته سندس سپنن کي، سندس زبان جي اڳيان ڪڏهن

ڪوڙ نہ ڳالهائڻو پوي. "

" نيتي! مان تمام گهڻو ڪمائيندس، مان تو ڪاڻ دنيا جا هڙئي آرام خريد ڪندس. "

" مون کي دنيا جي آرامن جي گهڻي خواهش ڪانهي، اقبال! جيڪڏهن ڪٿي..... "

" چا ٿي چيئي، انيتا! "

"جيڪڏهن، منهنجو پٽ بہ مون وٽ هجي ها! منهنجو رشمي!! "

" اهو وڏو ٿي، پاڻ وٽ هليو ايندو. "

" سچ!" انيتا جي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا » "ضرور ايندو؟ "

"ضرور ايندو. "

" مان، روزانو تو وٽ ويهي، ان جو اوسيئڙو ڪنديس، تو وٽ ويهي نہ، تو سان گڏجي. "

"ها، نيتي! مون سان گڏجي. "

١٥

خريد ڪرڻ جون شيون، وڏيون وڏيون ڪو نہ هيون. ننڍيون ننڍيون هيون، پر الاهي هيون—— وارن جا ڪانٽا، گهڙيء جو پٽو، بوٽن جون کهيون، قميص جا بيڙا، ڪٽليء جو ڍڪڻ... انيتا پنهنجي هٿ واري ٿيلهي ۾ انهن شين کي رکندي اقبال کي ان دڪان ۾ ٽنگيل سلڪ جي هڪ نيڪ ٽاء ڏيکاري رهي هئي، ان ويل کيس ائين محسوس ٿيو ڄڻ پٺيان، کيس ڪنهن سڏيو هجي.

"ڪير؟ بالي؟" انيتا پٺيان مڙي، ڏٺو.

" مون کي پري کان تنهنجو انومان ٿيو، مون سڏ تہ ڪري ورتو، پر پوءِ ٿي رهيو هوم، تہ متان ٻي ڪا نہ هُجي. " رام باليء، انيتا جي ويجهو پهچي چيو.

انيتا کلي ڏنو ۽ چوڻ لڳي: تون دنيا کان مختلف آهين، بالي! هينئر تہ منهنجا واقفڪار بہ مون اڳيان ائين ٽا لنگهي وڃن، ڄڻ انهن مون

ڪي پهرئين ڪڏهن ڏٺوئي نہ هجي.... سنا واقفڪار چا..... هينئر منهنجي پرسان، منهنجي سڳي چاچي جي ڌيءَ لنگهي، اها سامهون واري عمارت ڪي اهڙي طرح ڏس ۾ محو ٿي ويئي ڇڻ ان جون سرون ڳڻي رهي هجي......"

" اها ئي تہ ڳالهہ آهي انيتا! مان نہ تنهنجي ڪنهن سڳي متر جو پٽ آهيان ۽ نہ تنهنجي سڃڻ واقفڪارن مان......" بالي ڪلي ڏنو ۽ پوءِ آس پاس ڏسندي، شايد اهو سوچڻ لڳو تہ انيتا جي آس پاس بيٺل ماڻهن مان اقبال ڪير ٿي سگهي ٿو.

" هيءَ اقبال......" انيتا، اقبال ڏانهن هٿ ڪنيو ۽ چيو.

" مون، اقبال جو نانءُ تہ اڳي بہ ٻڌو هو، پر ڏٺو ڪو نہ هو."

باليءَ اقبال سان هٿ ملايو ۽ پوءِ مرڪندي چيو " خوش نصيب."

دڪان بند ٿيڻ جو وقت ٿي ويو هو، اقبال ٽاءِ جو خيال ڇڏي ڏنو ۽ دڪان مان ٻاهر نڪري آيو.

"انيتا! جيڪڏهن ڪنهن ڏهاڙي توهان وٽ وقت هجي تہ......."

"اڄ، تنهنجي شهر مان اسان جو آخري ڏهاڙو آهي، بالي!"

" منهنجو شهر ڇو؟ هيءَ تنهنجو شهر آهي، تنهنجو پنهنجو شهر."

" نہ بالي! هاڻي هي مون کي تمام اوپري نگاهہ سان ٿو ڏسي."

" اهو تنهنجو خيال آهي، انيتا!"

" بالي!"

"دوست هميشه دوست رهندا آهن"

" اهو صحيح آهي بالي! پر اهڙا دوست دنيا ۾ ٿين ئي گهٽا ٿا؟"

" دوست هڪڙو ئي هوندو آهي، انيتا! ٻي جيئن تنهنجي مرضي، جيئن اقبال جي مرضي.... هن وقت توهان کي تمام جلدي آهي چا، ويڃڻ جي؟"

" اڃا اسان کي ماني کائڻي آهي...... پوءِ ڪجهہ سامان...... "

" سامان لاءِ سموري رات پئي آهي — ماني ساڻ هلي ٻڌي ڏيندس، ماني مون سان گڏجي کائو.... ڪيئن اقبال؟"

اقبال مجي ورتو، بالي ٻنهي کي پنهنجي گهر وٺي ويو، تمام ننڍڙو گهر هو، پر ان جي ڪنهن ٻه پاسي کان ڪو بلند گهر ڪو نه هو، ان ڪري هن جي ننڍڙي آڳنڌ ۾ ويهي آڪاش جو ٽڪرو، وڏو ڏسڻ ۾ ٿي آيو. ٻاهر نم جو وڻ هو، جنهن جون ڪيتريون ئي ٽاريون پٽ ٽپي آڳنڌ ۾ اچي ويون هيون، انهن جهڪيل ٽارين جي هيٺان باليءَ ڪرسيون رکيون ۽ آڳنڌ جي بتي وسائي هڪڙي ڪنڊ ۾ ميڻ بتيون ٻاري ڇڏيائين.

"ڪيتري نه سندر رات آهي؟......."

باليءَ ميز تي ٽي گلاس رکيا ۽ انهن ۾ برف جا ٽڪر وجهندي چوڻ لڳو: اڄ پاڻ هن رات کي ملهائينداسين ته جيئن هن شهر کان توهان کي ڪا شڪايت نه رهي."

"تون ڪيترونه سٺو آهين بالي!"

باليءَ ميڻ بتين جي ڌيمي سهائيءَ ۾، هڪ لڱان انيتا جي چهري ڏانهن ڏٺو ۽ هڪ لڱان اقبال جي چهري ڏانهن.

"ڇا ڏسي رهيو آهين، غور سان؟" انيتا کلندي چيو.

"ڏسي رهيو آهيان ته توهان ٻنهي مان وڌيڪ خوش ڪير آهي؟"

" وڌيڪ خوش ته مان آهيان، مون کي ڪڏهن به وشواش نه ٿي آيو ته انيتا مونکي ملي ويندي."

"حقيقت ۾ وڌيڪ خوش مان آهيان، هيءَ ته شهزادن جهڙو چوڪرو آهي، هن کي ته دنيا ۾ ڪجهه به ملي سگهيو ٿي، مان...."

انيتا، اڳيان ڪجهه نه چيو شايد ڪيس پنهنجي پهرئين پيار جو اهو حادثو ياد اچي ويو هو، جنهن جي باري ۾ هوءَ ڪجهه به چئي نه ٿي سگهي.

"زندگي، ڏاڍي عجيب ٿيندي آهي... ڪيترائي پيرا ان جي پاتالن ۾، اسان جنهن رنگ کي ڳولیندا آهيون، اهو ڪو نه ملندو آهي، پر ڪو اهڙ رنگ نڪري ضرور ايندو آهي، جيڪو اُن کان به وڌيڪ سندر ۽ موهيندڙ هوندو آهي." باليءَ چيو.

اهو انيتا جي ان ڳالهه جي اثر هو، جنهن جي باري ۾ انيتا سمجهه به نه چيو هو. ۽ ان سان گڏ ئي بالي شايد اڄوڪي رات جي باري ۾

بہ سوچي رهيو هو، تہ پاڻ تہ ساگر جو دوست هو، ساگر جي ڪري انيتا سان ملاقات ٿي، ۽ انيتا جي ڪري اقبال سان.

باليءَ جي نوڪر، جيڪو ڪجھہ گھر ۾ نهيل هو، ان ۾ ڪجھہ بازار مان وٺي ملايو ۽ ميز تي پليٽون رکڻ لڳو، بالي اندر، ڪمري ۾ وڃي ڪجھہ رڪارڊ لڳايا، جن ۾ هڪڙو گيت هو:

اڄ مون آڪاش جو ناريل ٽوڙيو آهي

چنڊ جي اوجل گرمي، منهنجي هٿ ۾ آهي

ان ناريل جو پاڻي، ڪير پيئندو؟

انيتا، ميڻ بتين جي ڏڪندڙ سهاءَ ۾ اقبال جي چهري ڏانهن ڏٺو ۽ هوريان چيو :

”چنڊ جي سموري گرمي ڪائي ڇڏيندس ، تڏهن بہ منهنجي بک ختم نہ ٿيندي.“ اقبال وراڻيو ۽ انيتا جو هٿ، پنهنجي هٿ-ترِيءَ تي رکيائين، انيتا، اقبال جي تلهن ۽ ڳاڙهن چپن ڏانهن ڏٺو تہ ڪيس اقبال جي چيل ڳالهہ ياد اچي ويئي : ”مان جڏهن پيدا ٿيو هوس، تہ منهنجي ماءُ بيمار ٿي پيئي هئي، اها مون کي ٿڃ نٿي ڏيئي سگهي. منهنجي ڪراڙي ڏاڏيءَ مون کي هنج ۾ کڻي ورتو هو ۽ نہ ڄاڻ ڪيئن ان جي ڇاتيءَ ۾ کير لهي آيو هو....“ ۽ انيتا سوچڻ لڳي : ”اقبال جا ننڍڙا ننڍڙا، سنهڙا سنهڙا ۽ ڳاڙها ڳاڙها چپ، جڏهن ڏاڏيءَ جي ڇاتيءَ کي ڇهندا هوندا تہ اهو ڪيئن ٿي، ٿي سگهيو تہ ڏاڏيءَ جي سڪل ڇاتيءَ مان کير ڦڙا نہ ٽپڪي پون.“ ۽ انيتا سوچيو : ”مان هميشہ اهوئي سمجهندي هيس تہ ساگر کان سواءِ، ٻيو ڪو بہ شخص منهنجي جيون ۾ نٿو اچي سگهي، پر اقبال جي چپن، جڏهن مون کي ڇهيو، تہ منهنجي سڪل چپن ۾ پيار پرجي آيو..“

پٽ جي ٻيءَ پر چنڊ اُپري آيو هو، ان کي شايد پٽ جي هن پر کان گيت جو آواز آيو هو، ڳالهين جو آواز آيو هو ۽ هو نم جي هڪ ٽاريءَ جيان جهڪي آڳنڌ ۾ لياڪا پائڻ لڳو.

(١٦)

نئون شهر هو، نئون گهر هو ۽ گهر جا سڀ ڪم بہ نوان هئا اقبال ۽ انيتا،

ڪمري جي شين کي پهرئين هڪ جاءِ تي ٿي رکيو، پوءِ وري اتي پسند نٿي آين تہ بيءِ جڳهہ تي ٿي رکيائون، آڳرين تي ڳڻڻ جيتريون شيون هيون. تنهن ڪري، جتي بہ سندن دل ٿي چيو، اتي ئي ڪٿي ٿي رکيائون. اهي هڙئي شيون ملي ڪري بہ سندن ضرورتن لاءِ پوريون ڪو نہ هيون ۽ جيڪي شيون ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ ڪافي هيون، اهي اقبال کي پسند ڪو نہ هيون.

"هل، نيتي! اڄ نيون پياليون وٺي اچون." هڪ ڏهاڙي چانهہ پيئندي اقبال چيو.

"پياليون تہ اجا پاڻ وٽ گهڻيئي آهن."

"انهن پيالين مان منهنجو من پرجي ويو آهي.. ۽ هڪ لڳان، جنهن شيءِ مان منهنجو من پرجي ويندو آهي، تہ مان ان سان گڏ وڌيڪ هڪڙو پل بہ نٿو گهاري سگهان."

انيتا، چرڪ پري، اقبال ڏانهن ڏنو ۽ کلي پئي. پوءِ چوڻ لڳي :

"اڄ شام جو نيون پياليون وٺي ايندا سين، پر اهو شاهاڻو سياءُ پليٽن، پيالين، ڪرسين ۽ ميزن جي لاءِ ئي آهي نہ ؟ منهنجو مطلب آهي تہ فقط بي جان شين ڪاڻ.. جاندار شين ڪاڻ تہ اهو سياءُ ڪونهي نہ؟"

اقبال بہ کلي ڏنو ۽ چوڻ لڳو : "نہ چاڻ، نيتي! منهنجي من کي ڇا ٿو ٿئي، پهريائين تہ مون کي ڪا شي پسند ئي ڪا نہ ايندي آهي، ۽ جيڪڏهن هڪ لڳان پسند اچي وڃي تہ مان اها حاصل ڪرڻ ڪان سواءِ رهي نہ سگهندو آهيان ۽ جڏهن مان اها حاصل ڪري وٺندو آهيان تہ پوءِ ڪجهہ ڏهاڙن کان پوءِ اها شيءِ منهنجي پسند جي ڪا نہ رهندي آهي."

"۽ مون اهو پڇيو هو تہ اها ڳالهہ فقط بي جان شين ڪاڻ آهي، يا جاندار شين ڪاڻ بہ؟"

"هيل تائين تہ مون کي جنهن شيءِ جو تجربو ٿيو آهي، اها يا ميز هوندي آهي، يا پردا، يا پلنگ، يا ريڊيو يا وري منهنجي نوڪري ... مون کي ياد آهي تہ جڏهن مان پڙهندو هوس تہ هڪڙي چترڪار جي ڏاڍي واڪاڻ ڪندو رهندو هوس، ان جو فن ڏسندو هوس ۽ سوچيندو هوس تہ :
"ڪاش! هيءَ شخص، مون کي برش ڌوئڻ لاءِ ئي پاڻ وٽ ڪٿي رکي."

"پوءِ؟"

"پوءِ جڏهن مون پڙهائي ختم ڪئي تہ ائين ئي ٿيو، ان شخص مون کي نوڪر رکيو، مون مشڪل سان اجان ٿي مهينا ئي وٺس گهاريا هئا تہ منهنجو من پرجي ويو. مان سوچڻ لڳس تہ مان پنهنجو الڳ "اسٽوڊيو" بڻائي، هن کان وڌيڪ سندر تصويرون ٺاهي ٿو سگهان."

"پوءِ؟ اقبال!"

"اتان نوڪري ڇڏيم تہ، ان کان ڊيوڊڻ پئسن تي مون کي هڪڙي ٻي نوڪري ملي ويئي، پر اتي بہ مان فقط چار مهينائي گهاري سگهيس، اها لاهور جي ڳالهہ آهي، مان سوچڻ لڳس تہ هيءُ شهر تہ تمام ننيڙو آهي ۽ پوءِ ملڪ جو ورهاڱو ٿي ويو، دهليءَ جي مون کي پهرئين کان ئي ڇڪ هئي سو مان دهلي هليو آيس."

"پوءِ؟"

"ڏاڍا، ڏکيا ڏهاڙا ڏٺم، رهڻ لاءِ ڪا جڳهہ ڪا نہ هئي، کائڻ لاءِ ماني ڪا نہ هئي."

"نوڪري ڪا بہ نہ ملي؟"

"هڪڙي ملي هئي، پر مون پنجن مهينن کان پوءِ ڇڏي ڏني، مون کي محسوس ٿيندو هو تہ ، مان جيترو ڪم ٿو ڪريان، اوترا مون کي پئسہ ڪو نہ ٿا ملن ، ڪيئن؟ نيتي! مان ڏاڍو ضدي آهيان نہ؟ پر مان تو کي هڪڙي ڳالهہ ٻڌايان تہ، ماڻهو جڏهن ، هڪڙي شيءِ مان مطمئن ٿي وڃي تہ پوءِ ترقي نٿو ڪري سگهي."

" ها! اهو تہ صحيح آهي."

"اسڪول ۾ بہ جڏهن پڙهندو هوس تہ پنهنجي ماستر سان اٽڪي پوندو هوس، هو، مون کي پنهنجو ڏانءُ سيکاريندو هو ۽ مان اهو سکندو ڪو نہ هوس، جيڪڏهن مان اهو سکي وٺان ها! تہ هميشہ ڪاڻ جيان ئي پيو رهندو اچان ها! ڪيئن ، ٺيڪ آهي نہ؟"

"ٺيڪ آهي."

"وڏن وڏن برشن سان ڪم ڪرڻ لاءِ منهنجو من چاهيندو هو. ان ڪري وري مان سئنيمائن جا پوسٽر تيار ڪرڻ لڳس."

"پوءِ ؟"

"اتي بہ مون کي ائين پاسندو هو تہ هن کم ۾ جيترو پورهيو ڪرڻو ٿو پوي، اوترا پئسا نٿا ملن، مان بمبئيءَ جي هڪ ڪلاڪار جو ڪم ڏسندو هوس تہ منهنجي اکين جي اڳيان هڪڙو سپنو اچي ويندو هو، انهيءَ ڪري مان دهلي ڇڏي، بمبئي هليو ويس، ٽي مهينا، مون ساڻس گڏجي ڪم ڪيو ۽ منهنجو سپنو ٽٽي پيو."

"پوءِ؟"

"پوءِ مان آزاد رهي ڪري، ڪم ڪرڻ لڳس، جتي بہ ڪم ڪندو هوس، فوٽن جي حساب سان پئسا وٺندو هوس، ان کان پوءِ، هڪڙي پوسٽر ٺاهڻ جي ڪمپنيءَ ، منهنجو ڪم ڏٺو ۽ مون کي پنهنجي آفيس ۾ سڀ کان وڏي نوڪري ڏيئي ڇڏيائون."

"پوءِ؟"

"اتي نہ چاڻ ڪيئن مون بہ ورهيہ گهاريا، نوڪريءَ جي پابنديءَ کان مان وري بہ بيزار ٿي پيس ۽ بمبئي ڇڏي، دهلي هليو آيس."

"پوءِ؟"

"پوءِ، جيئن تو کي سڌ آهي تہ، مون پنهنجو اسٽوڊيو قائم ڪيو ۽ پنهنجي پسند جو ڪم ڪرڻ لڳس."

"پر، منهنجي ڳالهہ جو اُتر تہ اڃا تائين ڪو نہ مليو، اهي ڳالهيون تہ ٽيون شين جي باري ۾، نوڪرين جي باري ۾ ، اهي هڙيئي شيون تہ بي جان آهن."

"جاندار شيءَ تو کان پهرئين ڪا پسند ئي ڪا نہ آئي." اقبال کلي ڏنو.

"پوءِ تہ هن جاندار شيءَ تي خدا رحم ڪري." انيتا بہ کلي ڏنو.

اقبال ۽ انيتا، شام جو ان بازار ۾ ويا، جتي سڀ کان وڌيڪ چينيءَ جا ٿانو ملندا هئا. ڇا وڏو دڪان، ڇا ننڍڙو دڪان، هنن هڪ هڪ دڪان جاچيو ، سستيون شيون بہ هيون، مهانگيون بہ، ۽ تمام گهٽيون مهانگيون بہ ،پر ملهہ جو سوال ڪو نہ هو، اقبال تہ انهن ٿانون ۾ اهڙي بناوت ۽ اهڙو رنگ پئي ڳوليو، جيڪو ڏسڻ ۾ منفرد هجي.

نيٺ هڪڙي دڪان تي اقبال چوڪنڊيون پيياليون پسند ڪيون، هڪڙي پياليءَ کي هٿ ۾ کڻي ڏسندي انيتا جي وات مان نڪري ويو :

"مٺو پيو تنهنجي پسند کي اقبال!"
"مٺي ورتئہ نہ ؟"
"ها!.."
"۽ هيءَ منهنجي پسند؟" اقبال، انيتا ڏانهن اشارو ڪيو.
"ان معاملي ۾ شايد تو کان، منهنجي پسند وڌيڪ سندر هجي." انيتا اقبال جي ٻانهن کي هٿ لائيندي چيو.
"اهو ڪيئن؟"
"تي سگهي ٿو تہ تون ڪڏهن پنهنجي پسند تي پڇتائڻ لڳين، پر مان ڪڏهن ڪا نہ پڇتائيندس."
"تون، سويل ڪيل منهنجون ڳالهيون ٻڌي ڏچين وئينءَ ڇا؟"
"نہ."
انيتا، هن ويل تہ اقبال کي "نہ،" چيو هو. پنهنجي پر ۾ تہ سچ ئي چيو هو. پر گهر اچي، ماني کائي، ۽ نين خريد ڪيل پيالين ۾ چانهہ پي، انيتا جڏهن سمهڻ لڳي تہ کيس محسوس ٿيو تہ سندس دل ۾، ڪنهن جڳهہ تي، ڪنهن بہ قسم جو، ڪو پوءِ بهرحال موجود هو. اقبال کي هميشہ، انيتا کان پهرئين ننڊ اچي ويندي هئي. رات جو ماني کان پوءِ، جيئن ئي پاڻ سمهڻ وارا ڪپڙا پهريندو هو تہ کيس ننڊ اچڻ لڳندي هئي، اڄ بہ جڏهن انيتا اچا جاڳي رهي هئي تہ اقبال سمهي چڪو هو، انيتا، ستل اقبال جي چهري ڏانهن ڏٺو، دريءَ مان آيل هوا، ڏاڍي تيز هئي، مٿي جي وارن جي هڪڙي چڳ اقبال جي نرڙ تي، ڪنهن پکيءَ جي پر جيان، اڏامي رهي هئي، انيتا کي ڪن پل لاءِ ائين محسوس ٿيو تہ ڇڻ ڪنهن پکيءَ جي پرن جيان اقبال جا وار وهاڻي تان اڏرڻ تي هجن.
انيتا، پنهنجي ڏڪندڙ هٿ کي سهارو ڏيڻ ڪاڻ، اقبال جي مٿي تي هٿ رکيو، وارن جي چڳ، انيتا جي هٿ - ترڻءِ جي هيٺان اچي وئي، انيتا ڪيترو ئي وقت انهن کي سنواريندي رهي، اقبال ستو پيو هو، پر انيتا کي محسوس ٿي رهيو هو تہ سندس ڪارا گهاٽا وار جاڳي رهيا آهن، هوءَ ڪيترو ئي وقت انهن سان کيڏندي رهي.
ڪافي وقت ڪانپوءِ، جڏهن انيتا کي محسوس ٿيو تہ سندس

من، هينئر سانتيڪو آهي تہ هن اقبال جي پيشانيءَتان پنهنجو هٿ ڪٽي ورتو، پر پاسو ورائي جڏهن هوءَ سمهڻ لڳي تہ ڪيس محسوس ٿيو تہ سندس من جي ڪنهن ڪنڊ ۾ هڪ قسم جو پوءِ موجود آهي. انيتا، ڏاڍي ڏيان سان پنهنجي من کي جانچيو، ڪيس ايئن محسوس ٿيو تہ هن ويل جي انيتا ڪي ڪو بہ پڇ ڪو نہ پيو ٿئي، اها پنهنجي جڳهہ تي اڏول ۽ اٽل آهي پر مستقبل جي انيتا، ڪجهہ پريرو بيهي، پڇ ڪان ڏڪي رهي هئي...........

۱۷ ۰

گذريل چند مهينن کان، اقبال کي ڪجهہ اهڙو ۽ ايترو ڪم ڪرڻو پئجي ويو هو، جنهن ۾ هن جي چاهنا ۽ ڪلا جو عمل دخل فقط نالي ماتر هو ۽ ٽائيم پاس ڪرڻ وڏيڪ.

"مان، تڪجي پيو آهيان، نيتي!"

"مون کي سڌ آهي."

"ماڻهن جي اکين کي، ڪا بہ نئين شئي ورتائڻ ۾ ڏاڍي دير عثيٰ لڳي."

"ها."

"پر، مان جڏهن انهن جي چوڻ تي، پنهنجي ڪم ۾ پراڻي ڏانءَ کي ورجايان ٿو تہ منهنجا هٿ بغاوت ڪري ٿا ويهن."

"مون کي ڪنهن بہ ڪلا جو تجربو ناهي، فقط، سادي قسم جي جيون جو تجربو آهي. پر مان تنهنجي ٿڪ کي سمجهي سگهان ٿي، اقبال! مان ورهيہ گهاري رهي هئس، پر سپنو نہ، پوءِ بہ مان ڪيترو نہ ٿڪجي پيئي هئس، ۽ مان تہ هڪڙي معمولي عورت آهيان."

"پيسن ڪاڻ، اهڙي قسم جو ڪم ٿو ڪرڻو پوي، مون کان اهڙي قسم جو ڪم بلڪل ڪو نہ ٿو ٿئي."

انيتا وٽ دل جي تمام وڏي دولت هئي، ورهين جا جوڙيل سپنا هئا، جن کي هوءَ پنهنجي جيون جي بچيل ڏهاڙن ۾ بنهي هٿن سان لٽائي بہ، ختم نہ ٿي ڪري سگهي...... پر انهن سان هوءَ ايترو ٿي ڪري

سگهي جو اقبال جڏهن ٽڪل هجي تہ هوءَ گلن جهڙا ڪومل لفظ ان جي بستري تي رکي ڇڏي، ۽ پنهنجي ڌڙڪندڙ، گرم گرم ساهن سان، ان جي عضوي عضوي کي زور ڏئي، ليڪن انيتا کي سڌ هئي تہ پاڻ ان دولت سان اقبال کي ماني، ۽ واندڪائي، ملهہ ڳنهي نٿي ڏيئي سگهي، پيسو ڪڏهن بہ انيتا جو خواب نہ رهيو هو، ليڪن اڄ، انيتا جي دل ۾، ايترن پيسن ڪاڻ قدر ضرور پيدا ٿيو، جن سان هوءَ اقبال کي "آزادي" ملهہ ڳنهي ڏيئي سگهي.

"اقبال! جيڪڏهن پاڻ ڪجهہ ڏهاڙا هن شهر ۾ هن ڪم جي گهٽائيءَ مان پنهنجو پاڻ کي ڪڍي سگهون تہ.......؟"

" پر اهو ڪيئن ٿي سگهندو؟"

" مون وٽ، پنهنجا پيسا پيل آهن، ۽ پاڻ جيڪڏهن گهٽي وقت لاءِ نہ، تہ بہ گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي مهيني لاءِ تہ ڪنهن پهاڙ ڏانهن هلي ٿا سگهون."

" پر، نيتي! مان تنهنجا پيسا خرچ ڪرڻ نہ ٿو چاهيان."

" اها خود اداري، نياڻڻ لاءِ، سڄي ساري دنيا پئي آهي، اقبال! ليڪن تو ۾ ۽ مون ۾ ايترو فرق ئي ڪٿي آهي جو هيءَ ماني......"

"نيتي!"

" تنهنجا سڀ ڏهاڙا ۽ سيئي راتيون، مون ڪاڻ آهن."

"تون عجيب شئي آهين، نيتي! تو سان تہ ڳالهيون ڪندي ئي ٽڪ لهيو ٿو وڃي، منهنجو سپنو اهو ئي آهي تہ ڪنهن نہ ڪنهن ڏهاڙي پاڻ وٽ ايترا پيسا ضرور ٿي ويندا، جنهن ڪانپوءِ گذر سفر جو فڪر نہ رهندو، پوءِ پاڻ ڪنهن پهاڙي ڳوٺ ۾ زمين وٺنداسين، هڪ ننڍڙو گهر ٺاهينداسين، جيڪو ڊگهن وڻن جي وچ ۾ گهيريل هوندو."

"پاڻ بيئي، هڪ جهڙا آهيون، اها ڳالهہ شايد پاڻ لاءِ نيڪ ڪانهي، منهنجو بہ ان کان وڌو سپنو بيو ڪو ئي ناهي، تہ ڪنهن پهاڙي نديءَ جي ڪناري تي پاڻ تمام گهٽي زمين وٺون، ڪٿي باغيچو لڳايون، ڪٿي هر هڏون، ڪاٺ جو يا پٿر جو هڪ ننڍڙو گهر ناهيون پر شايد اهي

ڳالهيون تمام "رومانوي" آهن."

" پر مان سمجهان ٿو تہ، مون کي اها عورت، هرگز نہ گهرجي ها، جيڪا اهڙيون ڳالهيون نہ ڪري سگهي، منهنجا سپنا جنهن طرف بہ وجن ٿا، تون منٿن ۾ انهن جي پيرن جا نشان ڳولي ٿي وٺين......."

ان رات، ٻئي ڏهاڙي ۽ ٻي رات، انيتا ۽ اقبال جا سپنا ڪلپنائن جي وشال جهنگلن ۾ گهمندا رهيا، ڪبوترن سمان ٻوليون ڪندا رهيا ۽ هرڻن سمان ٽپال ڏيندا رهيا.

"چلم ڀري منهنجي ڪٽ جي پرسان رکندي ڪجان......"

"چلم؟!"

"جڏهن، پاڻ شهر جي زندگي، ڇڏي ڏينداسين تہ مان سگريٽ ڇڪڻ بہ ڇڏي ڏيندس."

اقبال، انهن ڇنيهہ ڪلاڪن ۾ انيتا سان ڪڏهن ان وهيءَ جون ڳالهيون ڪيون، جڏهن هو جوان قدمن سان انيتا سان گڏجي، پهاڙي ڳوٺن ۾ گهمندو، جابلو وڻڪار ۽ جابلو ڇوڪرين کي ڪاغذن تي چٽيندو، ۽ ڪڏهن ان وهيءَ جون ڳالهيو ڪيون، جڏهن هو پوڙهن ۽ ڏڪندڙ هٿن سان چلم جي باهہ کي ٺاهيندو، ۽ انيتا جي پوڙهن ۽ ڏڪندڙ هٿن کي ڏسي، مرڪندو رهندو....... انهن ڇنيهہ ڪلاڪن ۾ انيتا ۽ اقبال، اهي سپنا ڏٺا، جن جي وهي، گهٽ ۾ گهٽ ڇنيهہ ورهيہ هئي، انهن ۾ آزاد مشق ۽ تجربي ۾ پالنا ٽيل اقبال جي ڪلا جون ڳالهيون هيون. وڏيڪ چمار جي فخر ڪان، انيتا جي مرڪن جون ڳالهيون هيون، جواڻ جماڻ رشميءَ کي پيدا ٿيندڙ پتڪڙن ٻارن جون ڳالهيون هيون.

ڇنيهہ ڪلاڪ گذري ويا. اقبال صبح جو ويل جڏهن سنجها ويل وريو تہ ساڻس گڏ ميزن ۽ ڪرسين سان ڀريل هڪڙو ريڙهو بہ هو. اقبال سامان لهرايو ۽ جڏهن ريڙهي وارو هليو ويو تہ انيتا حيرت مان پڇيو:

" هي ڇا آهي؟"

" مون اڄ هڪڙي ڪمپني ٺاهي آهي."

" ڪمپني؟"

" اسان پنج ڇهہ ڪلاڪار گڏجي ڪم ڪنداسين، ان ريت

ڪم وڏيڪ ٿي سگهندو، اهي شخص لڳاتار ڪلاڪن جا ڪلاڪ پورهيو ڪري سگهن ٿا، پر ان ۾ ڪا " نواڻ" نہ ٿا شامل ڪري سگهن..... مان انهن کي "خيال" ٻڌائي ڇڏيندس، ۽ محنت هو ڪندا. ان ريت مهيني ۾ اسان ايترو ڪم، ڪڏهن ويندا سين جو......." اقبال، ڳالهہ ڪندي ڪندي جڏهن انيتا جي چهري ڏانهن ڏٺو تہ سندس جوش ٿڌو ٿي ويو. ۽ سندس وات مان نڪتو:

"ڇا هيءَ ڳالهہ توکي سٺي نہ لڳي نيتي!؟"

انيتا کلي ڏنو ۽ چوڻ لڳي : "جيڪڏهن توکي سٺي ٿي لڳي تہ ٺيڪ ئي هوندي."

" مون کي تہ ٺيڪ ٿي لڳي، تنهن ڪري ان کي شروع ڪرڻ ٿو چاهيان، انهن شخصن کي شڪايت آهي تہ اهي ڪيترائي ڪلاڪ ڪم ڪن ٿا، پر پوءِ بہ ڪائنٽ ڪا نئين شئي نہ ٿي تخليق ٿئي، هونئن سندس شيون چڱيون ٿيون وڪامجن، ۽ مون کي اها شڪايت آهي تہ جنهن "نوان" ڪانسواءِ اهي غير مطمئن ٿا رهن، مان اها مئنن ۾ سوچي ٿو وٺان، پر مون کي ان ڪم کي پورو ڪرڻ لاءِ، اڪارٽو ئي تمام گهڻو وقت ٿو وڃائڻو پوي. جڏهن تہ ڪو بہ شخص ان ڪم کي تمام سوڪائيءَ سان پورو ڪري ٿو سگهي."

"آزمائڻ ۾ ڪو بہ حرج ناهي."

" پاڻ وٽ بہ ڪمرا آهن، هڪڙي ۾ پاڻ رهنداسين، هڪڙو ڪم لاءِ، اجا ڪا جدا جڳهہ ڪو نہ وٺنداسين، تہ جيئن شروع ۾ ئي ڪمپنيءَ تي وڏيڪ خرچ نہ پوي."

" سيئي، هڪ ئي ڪمري ۾ ويهندؤ؟"

" دريءَ وٽ مان پنهنجي وڏي ميز رکندس، باقي ٽنهي ڪنڊن ۾ ٽي ننڍيون ميزون رکنداسين ۽ ڏکهي پت وٽ پنجين ميز رکي ڇڏينداسين."

"ٺيڪ آهي."

" تون "ٺيڪ آهي" تہ چئي رهي آهين، نيتي! پر تون منهنجي همت افزائي نہ ڪري رهي آهين."

" مان سوچيان ٿي تہ، مان تنهنجي ان تجربي تي پنهنجي "راءِ" جو بار نہ وجهان."
" ڇا تون سمجهين ٿي تہ، اهو تجربو ڪامياب نہ ٿيندو؟".
"شايد، ڪجهہ ڏهاڙا ٿي هلي سگهندو."
"............. پر اهو وڌيڪ ڏهاڙا نہ هلي سگهندو ، ايئن؟"
انيتا ڪجهہ چوڻ چاهيو ٿي پر ماٺ ۾ رهي.
" پر تون ايئن شايد انهيءَ ڪاڻ ٿي سمجهين جو، تنهنجي دل پهاڙ ڏانهن وڃڻ ٿي گهري ۽ اهو تون چاهين ٿي تہ جيڪڏهن مون اها ڪمپني ناهي ورتي تہ مان هڪ ڏهاڙي ڪاڻ بہ هتي شهر ڪان ٻاهر نہ هلي سگهندس."
"مان، پنهنجي لاءِ ڪجهہ بہ ڪو نہ سوچيي رهي آهيان اقبال!"
"پهاڙ تي زمين وٺڻ ۽ گهر ٺاهڻ تہ پڌايپي جون ڳالهيون آهن نيتي!، مان اڃان شهر ۾ رهي، ڪجهہ بنجڻ ٿو چاهيان، هن جوانيءَ جي وهيءَ ۾ پوڙهو نہ ٿو ٿيڻ چاهيان............"
" اقبال!.........."
" مان هيءَ ڪمپني ضرور هلائيندس."
" مون ڪو اعتراض تہ ڪو نہ ڪيو."
" پوءِ تون خوش ڇو ناهين؟"
" مان توکي، شايد توکان بہ وڌيڪ سمجهڻ لڳي آهيان."
" ۽ تون ڇا سمجهين ٿي تہ مان نہ ڪري سگهندس."
" نہ،"
"ڇو؟"
" ان طرح، آمدني تہ ضرور وڌندي، پر فقط آمدنيءَ جو وڌيڪ هجڻ تنهنجي من کي آنند نہ ٿو ڏئي سگهي، اقبال!"
"پر مان پنهنجي پسند موجب ڪم ڪندس، نيتي!"
" جيڪو ڪم توکي پسند نہ هجي ۽ جنهن جو، جيڪڏهن توکي هيڪلو ئي اڌيڪار هجي، تہ تون اهو ڪرڻ کان انڪار بہ ڪري

سگهين ٿو، پر تون هڪڙي ڪمپنيءَ جي طرف کان انڪار نہ ٿو ڪري سگهين، ڇو تہ ان جو ڇيهو فقط توکي نہ رسندو، سيني کي رسندو"

"اهو تہ صحيح آهي تہ جيڪڏهن مان ڪو ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪريان تہ ٻيا اعتراض ڪندا".

" تہ پوءِ تنهنجي مرضي، ڪيڏانهن ويندي؟...... ان کان سواءِ جنهن تخيل جي تون پنهنجي من ۾ تصوير ٺاهيندين، اها ڪاغذ تي چٽڻ ڪان بہ توکي پاڻ ئي پرهيو ڪرڻو پوندو، ٻئي ڪنهن جو هٿ، تنهنجي تخيل کي ڪو نہ سمجهي سگهندو ۽ جڏهن تون انهن کي بار بار سمجهائيندين تہ بيزار ٿي پوندين."

" تو مون کي منجهائي ڇڏيو، انيتا!"

" انهيءَ ڪري مون ڪجهہ چوڻ نٿي چاهيو."

"هاڻ تہ مان هن ٻيو سامان بہ کڻائي آيو هيان."

" ڪا لکپڙهہ بہ ٿي آهي"

" اڃان نہ، ڇو تہ اسان سيني سوچيو آهي تہ في الحال هڪڙي مهيني ڪاڻ اهو ڏسون بہ سهي تہ ان ڪم مان اسان سيني جو خرچ بہ نڪري سگهي ٿو يا نہ؟".

"پوءِ هڪڙو مهينو ڏسڻ ۾ ڪوبہ نقصان ڪونهي."

ٻيو ڏهاڙ گذريو، ٽيون ڏهاڙو گذريو، چوٿين ڏهاڙي منجهند ويل، اقبال جڏهن انيتا جي ڪمري ۾ آيو تہ سندس منهن لٿل هو، انيتا جي هٽن مان اخبار نڪري، ڪري پيئي.

" مان هن ڪمري ۾ فقط انهيءَ ڪاڻ آيو آهيان، جو مان هن ڪمري ۾ ويهي ڪو نہ سگهيس."

" ڇو؟ اقبال!"

" جنهن ڪمري ۾ ڪو ٻيو بہ وينل هجي، مان ان ڪم ۾ ويهي ڪجهہ بہ سوچي نہ ٿو سگهان، هتي تہ چار شخص وينل آهن، مون صبح کان ڪو بہ ڪم نہ ڪيو آهي، ۽ نہ ئي مان ڪري ئي سگهان ٿو، يا هو منهنجي ڪمري مان هليا وڃن يا مان ڪيڏانهن هليو وندس......."

"فقط هڪڙي مهيني جي تہ ڳالهہ آهي."

" هڪڙي مهيني جي! مان هڪڙو ڏهاڙو نہ ٿو گهاري سگهان...... تو صحيح ٿي چيو."

" پوءِ سياڻي تون هنن کي ڪنهن ريت سمجهائي ڇڏجان، ٿڌي نموني."

"سياڻي؟.... سياڻي نہ، اچ.... هينئر......" ۽ اقبال، انهيءَ ئي ويل پنهنجي ساٿين سان پنهنجي دل جي ڳالهہ ڪري ڇڏي.

ڪنهن بہ ڪو اعتراض نہ ڪيو، فقط اهو چيائون تہ اقبال پنهنجي خرچ سان سيني جو سامان، سندن جڳهين تي پهچائي ڏي، ۽ جڏهن اقبال، رات ٽيڻ ڪان اڳي ئي، سيني جون ميزون، ڪرسيون ۽ ڪاغذ واپس پهچائي ڇڏيا، تہ پوءِ پنهنجي ڪمري ۾ ويهي چوڻ لڳو: " هاڻ ٿورو ساهہ ۾ ساهہ آيو آهي، نہ تہ هن ڪمري ۾ تہ منهنجو ساهہ گهٽجڻ لڳو هو. مان ڪنهن سان گڏجي ڪم نہ ٿو ڪري سگهان."

" ان طرح، تون ڪلاڪار نہ رهين ها، هڪڙي ڪمپني جو مالڪ بڻجي وڃين ها."

اها ننڍڙي وارتا، اهو ننڍڙو تجربو، ڪا خاص ڳالهہ ڪا نہ هئي، پر هئي ڏهاڙي، انيتا جڏهن آرسيءَ جي اڳيان بيهي، وار سنواري رهي هئي تہ کيس محسوس ٿيو تہ سندس اکيون، اجان بہ اندر ويهي ويون آهن، ڇڻ ٻاهر ڏسڻ جي بدران، اندر ڪجهہ ڏسي رهيون هجن..... پنهنجي اندر ڪر ڪٽندڙ پيو ڏانهن.........

## ١٨

آگسٽ جي اول ۾ رشميءَ جو پتر آيو هو، سيپٽمبر ٿي چڪو هو. مهينو اچي ٿيو هو، پتر کي پڳي پر اهو عرصو تہ ڪئلينڊر جي ڳڻپ مطابق هو. انيتا کي پنهنجي من جي ڳڻپ پٽاندڙ ائين لڳندو هو ڇڻ رشميءَ جو پتر پڳي گهٽ ۾ گهٽ [illegible] گذري ويو هو.

رشمي، انيتا جي ننڍي ننڍي ڳالهہ بہ مڃيندو هو. پاڻ پنهنجي پتر ۾، پنهنجون ڳالهيون تمام تفصيل سان لکندو هو- تہ ڪهڙو ڪتاب،

ڪيترو پڙهيو اٿم، گذريل هفتي سندس وزن ڪيترو هو، اڄ، هاسٽل ۾ ڪهڙي نئين شرارت ٿي.... ڪيترائي ڀيرا تہ نوان پڌل يا نوان پڙهيل ٽوٽڪا بہ لکي، اماڻيندو هو.۽ انيتا، سندس انهن ننڍين ننڍين ڳالهين مان، سندس دل جي حالت جو اندازو لڳائيندي رهندي هئي، گذريل پتر ۾ رشميءَ لکي ڇڏيو هو، تہ ٽہ - ماهي امتحانن جي هڻڻ ڪري، ڪيس ايندڙ پتر لکڻ ۾ اوير ٿي ويندي، پر ان جي باوجود، انيتا کي ايئن محسوس ٿيو تہ رشميءَ پتر ۾، ضرورت کان وڌيڪ اوير ڪئي آهي.

انيتا ۽ اقبال، جنهن وڏي عمارت ۾ رهندا هئا، ان ۾ ارڙهن ڪٽنب رهندا هئا. ننڍن ننڍن ڪٽنبن جي ان عمارت ۾ ڇهہ گهر، هيٺ تهيل هئا، ڇهہ پهرئين ماڙ تي ۽ ڇهہ ٻي ماڙ تي، رستو اهڙي طرح هو جو، جيستائين ڪنهن گهر جو پنهنجو دروازو پورو کليل نہ هجي تيستائين ٻاهر کان ڪو بہ آواز، اندر نہ ٿو وڃي سگهي.، ٽن ٽن گهرن جي پٺئين حصي جي وچ ۾ اهو رستو تهيل هو. گهرن اڳيان، وشال ورانڊا هئا.

انيتا جو هڪڙو پير گهر جي پٺئين دروازي ڏانهن ٿي ويو تہ ٻيو پير اڳئين دروازي ڏانهن، ڪڏهن هن پٺئين دروازي وٽ ويهي ٽپاليءَ جو انتظار ڪيو تہ ڪڏهن هن ٻاهرئين ورانڊي ۾ ويهي ٿي انتظار ڪيو، اڇهو هڪڙو خاڪي ڪپڙن وارو هتان لنگهندو ۽ کيس رشميءَ جو پتر ڏيئي ويندو. ڪجهہ منٽ انتظار ڪرڻ کانپوءِ هوءَ بي چين ٿي ويئي، سوچيان ٿي تہ متان ٽپالي ورانڊي واري چاريءَ مان پتر اندر نہ اڇلي ڇڏيو هجي، هوڏانهن ٿي ويئي ۽ جڏهن سامهون کليل خالي ورانڊي ۾ ڪوئي بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندو هو تہ پٺئين دروازي ڏانهن اهو سوچي موٽي ٿي ويئي تہ، شايد ٽپاليءَ پٺئين دروازي جي هيٺئين چير مان پتر، اندر سرڪائي ڇڏيو هجي.

ٽن ٽن ڪلاڪن کانپوءِ ٽپال ايندي هئي، جي وڌيڪ نہ، تہ بہ ٽن ڪلاڪن ۾ هڪڙو ڪلاڪ ضرور انيتا اتي رهندي هئي، ان کانسواءِ هڪڙي آس بي بہ رهندي هيس تہ شايد رشميءَ هن ڀيري پتر ايڪسپريس ٽپال ذريعي اماڻيو هجي، جيڪو ڪنهن بہ ويل اچي ٿي سگهيو- ڪنهن بہ ويل!

اقبال، جيڪي تصويرون پنهنجي مرضيءَ موجب ناهڻ چاهيندو هو، ان لئہ ضروري هو تہ پاڻ ڪجهہ وقت انهن کي وساري ڇڏي، ۽ جيڪي ڪجهہ ماڻهن چاهيو ٿي، اهو ئي مانٽ ميٽ ۾ ڪندو رهي، اهو چاهي منهن تي مکڻ واري ڪنهن ڪريم جو اشتهار هجي يا "وڌيڪ اناج اپايو" جو سرڪاري سنديش، پلي ڪٽي ڪا پرڏيهي قسم جي ڪا اڌ اگهاڙي حسينہ، اهي مڙيئي شيون، اقبال کي پيسو ڏيارينديون هيون، جنهن کي خرچ ڪري ۽ بچائي هو آئيندي پنهنجي مرضيءَ موجب تصويرون ٺاهي سگهيو ٿي.

اهي سڀ ڪجهہ اقبال سوچي چڪو هو، ڏينهن جو گهڻو حصو، اهڙن ئي ڪمن ۾ ڪاٽيندو هو، تڏهن بہ ڪجهہ وقت،، پنهنجي هڪڙيءَ تصوير تي ضرور صرف ڪندو هو، جيڪا هڪ رات جو اوچتو پاڻ شروع ڪري ڏني هئائين، ان ۾، سندس تخيل، عجيب قسم جو رنگ پري رهيو هو، انيتا جو چوڻ هو تہ هيءَ تصوير اقبال جي ڪلا کي پنهنجو پاڻ ۾ سموئي ڇڏيندي تہ اقبال جو ڪنڌ فخر کان مٿاهون ٿي ويندو.

اڄ، جڏهن انيتا، پنهنجي گهر جي، ڪڏهن اڳئين ۽ ڪڏهن پٺئين دروازي وٽ بيهي، رشميءَ جي پتر جو اوسيئڙو ڪري رهي هئي تہ هن کي پرچائڻ ڪاڻ هوءَ هوريان اقبال جي ڪمري جو دروازو کولي، سندس اڳيان اچي ويٺي.

اقبال، گذريل ڪجهہ ڪلاڪن ۾ پنهنجي برش کي الائجي ڪيترا ڀيرا هڪڙي رنگ ۾ ٻوڙي ۽ پوءِ پاڻيءَ جي پياليءَ ۾ ڌوئي، ٻئي رنگ ۾ ٻوڙي چڪو هو، تنهن ڪري پيالي وارو پاڻي گدلو ٿي ويو هو، انيتا هوريان پيالو کنيو ۽ ان کي ڌوئي صاف پاڻي ڀري آئي. اقبال جي پيالي جو پاڻي، انيتا جڏهن بہ بدلائيندي هئي تہ کيس هڪڙي عجيب قسم جي پوترتا جو احساس ٿيندو هو، هوءَ جڏهن بہ رنگن جي شيشن جا ڍڪڻ کوليندي هئي، وڪريل برشن کي ڌوئي رکندي هئي، يا پيالي جو پاڻي بدلائيندي هئي تہ کيس ائين ڀاسندو هو، ڄڻ هوءَ پوڄا جي سامان کي هٿ لائي رهي هجي، اڄ بہ ائين ئي ٿيو - انيتا کي سڀ ڪجهہ سندر لڳو - رڳو هڪڙي کوٽ محسوس ٿي. ڪاش! هن ويل رشمي هٿ ۾

ٿيلهو ڪٽي، ڊوڙندو سندس ٻانهن ۾ اچي وڃي -

اقبال ڪي ڪابہ سڌ ناهي تہ انيتا ڪڏهن پيالو وٺائنس ڪنيو، ڪڏهن صاف ڪيو ۽ ڪڏهن وٺس رکي ڇڏيو - هن جڏهن تصوير تان نيڻ ڪٽي، انيتا ڏانهن ڏٺو تہ ڪن پل لاءِ انيتا کي سڃاڻي نہ سگهيو، تصوير واري ۽ تخليق واري ڇوڪريءَ جون نهايت ئي سندر پرڇايون ڪمري ۾ اهڙيءَ ريت موجود هيون جو ان جي هڪ طرف اقبال جا نيڻ هئا ۽ ٻئي طرف انيتا جو چهرو.

پوءِ ڪجهہ سرت ڌاريندي - اقبال، انيتا کي پنهنجي ٻانهن ۾ ڪٽي ورتو، هٿن جو، ٻانهن جو ۽ چپن جو اهو سنگم، اقبال ۽ انيتا، ٻنهي کي ائين پاسيو هو ڄڻ هر پيري نين بلندين کي ڇهي رهيو هجي، اهو سنگم اڇرج پريو هوندو هو، تن جو ساز اهوئي هوندو هو ۽ من جا سر بہ اهي ئي هوندا هئا، پر هر پيري سندن ڪنن کي ڪوئي، نئون گيت ٻڌڻ ۾ ايندو هو .... اڄ بہ ائين ئي ٿيو، اقبال ۽ انيتا کي پنهنجو سنگم، اڇرج جهڙو محسوس ٿيو، پر اڄ جو گيت، نہ ڄاڻ ڪهڙي راڳ ۾ هو، ۽ اڄ جو اڇرج نہ ڄاڻ ڪهڙو هو، اقبال جون ٻانهون وڌيڪ سوڙهيون ٿي ويون، انيتا جون ٻانهون وڌيڪ سوگهيون ٿي ويون، ٻنهي جي اندر ۾ ڪٿي ڪو پولار هو، هڪ هڪ ڪڏو، هڪ هڪ ڪاهي، ٻنهي هڪ ٻئي سان، پنهنجي پولار کي پري ڇڏڻ ٿي چاهيو...

١٩

لهندڙ سج جي سرخيءَ کي اونداهي ڊڪ ڊڪ ڪري پي رهي هئي، سمنڊ جي ڪناري تي بيٺل اقبال جا پير پنهنجي ئي بار ڪان، ڪناري جي آلي واريءَ ۾، اندر ويهندا ٿي ويا. گهڻي وقت کان پاڻ، پاڻيءَ ڏانهن ڏسي رهيو هو ۽ شايد پاڻيءَ جي لهرن کي، پنهنجي من ۾ اٿندڙ لهرن سان ماپڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

"اقبال!" پرسان بيٺل انيتا، هوريان اقبال جي ٻانهن کي جهليو.

"جي نيتي!"

"هاڻي هلون؟"

"ڪيڏانهن؟"

"گھر...." انيتا چوڻ ٿي چاهيو، پر چپائين ڪونہ. "اها بہ ڪا پلا چوڻ جي ڳالھ آهي!" انيتا سوچيو، "اها تہ اقبال ڪي سڌ آهي، تہ گھر ئي تہ ويٺو آهي، پيو ڪيڏانهن ويٺو آهي؟"

"انسان جو من، ڪھڙو ٿيندو آهي؟ نيتي!" اقبال هوريان هوريان پڇيو.

انيتا، گھڙيءَ، گھڙيءَ وڏندڙ اونداهيءَ ۾ اقبال جي چهري ڏانهن ڏٺو. اقبال جون اکيون خشڪ هيون، پر انهن خشڪ اکين ۾ هڪڙو بادل اڀري آيو هو، ائين پئي ڀاسيو ڄڻ اهو بادل هينئر ئي وسي پوندو ۽ اقبال جون اکيون جر ٿي ويندريون.

. چپن ڪي جڏهن لفظ ڪونہ ملندا آهن تہ پنهنجي من جي ڳالھ ٻڌائڻ ڪاڻ يا پڇڻ ڪاڻ، شرير ۾ هڪ ڏڪٽي اڀي ويندي آهي، ان ڏڪٽيءَ وٽ، پنهنجي هڪ زبان هوندي آهي، جنهن سان، ٻہ پريمي انسان پاڻ ۾ انيڪ ڳالهيون ڪري سگھندا آهن. انيتا، ان گونگي زبان جو سهارو ورتو ۽ اقبال جي هٿن کي پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ جهلي ورتو.

"توکي تہ بخار آهي، اقبال!" انيتا پهرئين اقبال جي هٿ - تريءَ کي ڇهيو، پوءِ ٻانهن کي ۽ پوءِ .............. پيشانيءَ کي.

"شايد...." اقبال وراڻيو.

ان ڪان وڌيڪ نہ ڪجھ انيتا کي چوڻ جي ضرورت پئي ۽ نہ اقبال کي، ٻيئي گھر ڏانهن موٽيا.

"مان ڪائيندس ڪجھ ڪونہ. منهنجو بستر لڳائي ڇڏ. منهنجو سڄو جسم ٽٽي رهيو آهي." گھر پهچي اقبال چيو.

"چانھ جي هڪڙي پيالي بہ، نہ؟" انيتا بسترو وڇائيندي پڇيو، جيتري وقت ۾ اقبال سمهڻ وارا ڪپڙا پهريا، انيتا چانھ ٺاهي ورتي ۽ اقبال کي چانھ جي پيالي ڏيندي پڇڻ لڳي :

"ڪنهن ڊاڪٽر کي وٺي اچان؟"

"هن وقت نہ، صبح جو - شايد صبح تائين پاڻيهي ئي ٺيڪ ٿي وڃان!"

انيتا، هوريان هوريان اقبال جي مٿي کي زور ڏنا ۽ هو سمهي رهيو. انيتا پنهنجي کٽ تي ليٽي پئي، پر سندس خيال ساڳين پيرن تي بيٺو رهيو. هوءَ سوچيندي رهي : اقبال، اڄ تمام وياڪل آهي.... شايد

ڪيس پئسن جي ڪا ڳٽتي آهي....يا شايد پتاجيءَ ڏانهنس ڪوئي ڪهرو پتر لکيو آهي .... يا سچديو جيءَ ڪنهن قانوني ڪارروائي ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني آهي....؟؟؟

انيتا جي من گهريو تہ هوءَ ستل اقبال کي جاڳائي ۽ سندس وياڪلتا کي ورچي هلڪو ڪري ڇڏي.

هيءَ بخار ٻيو ڪجهہ ڪونهي، فقط سندس من تي جيڪو روڳ چڙهيل آهي، ان ڪان سندس جسم تتي رهيو آهي، انيتا پاسو ورايو ۽ اقبال کي جاڳائڻ لاءِ، سندس ڪلهي تي هٿ رکيو....جيڪڏهن هڪ لڳان، هن جي ننڊ اڏامي وئي تہ پوءِ شايد ٻهاڻ وري سمهي نہ خيال آيو ۽ اهو خيال ايندي ئي هن پنهنجو هٿ اقبال جي ڪلهي تان ڪٽي سگهي....انيتا کي

ورتو.

"رات وچ ۾ هن جو بخار لهي ويندو ۽ صبح سمي مان هن سان ڪلي ڪلي ڳالهيون ڪنديس...." انيتا پنهنجي من کي سمجهائڻ لڳي، وري بہ انيتا پنهنجي پاڻ کي روڪي نہ سگهي. هوءَ هوريان هوريان اٿي ۽ ستل اقبال جي ڳچيءَ تي پنهنجا چپ رکي ڇڏيا. چڻ هوءَ پنهنجي ٻنهي چپن سان، اقبال جي ساري وياڪلتا ۽ روڳ کي چوسي ڇڏڻ چاهيندي هجي.

صبح جو اٿي، انيتا جڏهن اقبال جي پيشانيءَ تي هٿ لاتو تہ رات ڪان بہ وڌيڪ گرم هئي، گهبرائجي هوءَ ڊاڪٽر کي وٺي آئي، ڊاڪٽر، چڱيءَ ريت چڪاس ڪئي ۽ چوڻ لڳو :

"اچا، هن بخار جي باري ۾ ڪجهہ نٿو چئي سگهجي، هلڪي قسم جي هڪڙي دوا ڏيان ٿو، توهان، هن کي ڪا سخت شي کائڻ لاءِ نہ ڏيو. فقط کير، جون جو پاڻي ۽ ميوات جو رس ڏيوس. چئن چئن ڪلاڪن ڪان پوءِ بخار ڏسنديون رهو، سياڻي پرينهن تائين ڪجهہ پتو پئجي سگهندو."

جهڙي طرح ڊاڪٽر ڏسيو هو، انيتا ائين ئي ڪيو، رڳو پنهنجي اطمينان ڪاڻ، پاڻ منجهند ويل، اقبال ڪان پڇيائين :

"پتاجيءَ جو ڪو پتر آيو آهي ڇا؟"

"نہ."

"سچديوجيءَ جو ڪوئي پٽر؟"
"بلڪل نہ."

انيتا ڪجھ ڪجھ بي فڪر ٿي ويئي، پر وڌيڪ اطمينان ڪاڻ پاڻ، هڪ لڳاتار وري پڇيائين:
"اقبال! تنهنجي من ۾ اهو پئہ تہ ڪونهي تہ سچيديوجي ڪو قانوني جهڳڙو وجهي ڇڏيندو؟"
"منهنجو خيال آهي تہ، سچديوجي عام ماڻهن کان بلڪل مختلف آهي، هو ائين ويچاريندو تہ جيڪڏهن ڪنهن جو من ئي نٿو ڪٽي سگهجي تہ پوءِ جسم کي زبردستي حاصل ڪرڻ مان ڪجھ ڪونہ ورندو، انهيءَ ڪري هو بلڪل سانت رهندو."

انيتا کي اقبال جو جواب ٻڌي هڪ پاسي وڏو اطمينان ٿيو، پر ٻئي پاسي ان ويچار ۾ پئجي وئي تہ اقبال ٻوءِ ڳٽتين ۾ ڇو پيو ڳرندو وڃي؟ پر پوءِ انيتا وڌيڪ ڪجھ ڪونہ پڇيو، ڪيس پئہ هو تہ متان وڌيڪ ڳالهائڻ سان اقبال جو بخار وڌي نہ وڃي.

بخار، ٻئي ڏهاڙي بہ ائين ئي رهيو، ٽئين ڏهاڙي بہ ائين ئي، چوٿين ڏهاڙي ڊاڪٽر چيو تہ، "مون کي تہ هيءُ مدي جو بخار ٿو لڳي."

هڪ ڏهاڙي گرم پاڻيءَ ۾ ٽوال ٻسائي انيتا، اقبال جو جسم اگهي رهي هئي تہ اقبال، اوچتو انيتا جو هٿ جهلي ورتو ۽ ڏڪندڙ آواز ۾ چيو:
"نيتي! تون، مون ڪاڻ ايترا دک ڇو سهي رهي آهين؟"
"دک؟!" انيتا چيو ۽ اقبال جي اگهاڙي پٺيءَ تي، پنهنجا چپ رکي ڇڏيائين.
"توکي، منهنجي جسم مان بخار جي بوءِ نٿي اچي؟"
"نہ!"
"توکي ڪو سک ڏيڻ بدران، مان پاڻ ئي بيمار ٿي پيو آهيان، تون ساري ساري رات جاڳي مون کي دوا ڏيندي آهين....۽ ڏينهن جو سڄو وقت ڀٽڪندي ٿي رهين، ڪڏهن ڊاڪٽر وٽ وڃڻ، ڪڏهن کير گرم ڪرڻ، ڪڏهن پاڻي ٿڌو ڪرڻ، ڪڏهن منهنجا ڪپڙا ڌوئڻ."
"پر اقبال! ڇا تون اهو نٿو سمجهين تہ سڄو انڪار فقط مون کي مليو

آهي، هيو ڪنهن کي نہ.“
”تون مون سان ايترو پيار ڇو ٿي ڪرين؟“ اقبال چيو، سندس اهي لفظ، ڳوڙهن ۾ پنل هئا.
انيتا، اقبال کي ڪپڙا پهرايا ۽ بستري جي چادر بدلائيندي چيو:
”عورت، جڏهن ڪنهن سان پيار ڪندي آهي تہ پوءِ هوءَ پاڻ وٽ ڪجهہ نہ رکندي آهي.“
”۽ مرد؟“
”مان ڇا ڄاڻان؟ اها تہ توکي سڌ هوندي.“
اقبال ڪجهہ وقت ماٺ رهيو، پر پوءِ انيتا جو هٿ جهلي چوڻ لڳو:
”مرد جي فطرت، عورت جهڙي ڇو نٿي ٿئي؟“
انيتا، اقبال جي چهري ڏانهن ڏسڻ لڳي ۽ ٿورو هٻڪندي پڇڻ لڳي:
”تون مون کي پيار نٿو ڪرين اقبال؟“
اقبال، اکيون ٻوٽي ڇڏيون، بند اکين مان ٿورڙو پاڻي وهي سندس ڪنن تائين پهتو. انيتا، ٻيهي نہ سگهي ۽ ڪٽ جهلي ويهي رهي ۽ اقبال جي وهاڻي تي مٿو رکي، چوڻ لڳي:
”منهنجي ۽ تنهنجي وچ ۾، ڪوبہ دوهہ نٿو اچي سگهي اقبال! مان سچ جي ڳولا ۾ تو وٽ آئي آهيان، مون کي سڀ ڪجهہ سچ ٻڌاءِ.“
”مون، توسان ڪڏهن بہ ڪوڙ ناهي ڳالهايو، نيتي تون اهڙي عورت آهين، جنهن سان ڪوڙ نٿو ڳالهائي سگهجي.“
اقبال، بخار کان تپندڙ هٿ، انيتا جي مٿي تي رکي ڇڏيو.
”پوءِ؟“
”تون مون کي سمجهي سگهنديئن؟ هونئن هن دنيا ۾ جيڪڏهن ڪوئي مون کي سمجهي سگهي ٿو تہ اها فقط تون ئي آهين.“
”تہ پوءِ منهنجي ”سمجهہ“ تي وشواش ڪر.“
”نيتي!“ اقبال هڪ ڊگهو ساهہ پريندي چيو: ”اهو بہ سچ آهي تہ مان توکي

پيار ڪريان ٿو، پر اهو به سچ آهي ته مان توکي پورو پيار ڪونه ٿو ڪريان."

انيتا، وهاڻي تان ڪنڌ مٿي ڪنيو، پر ڪيس چڪر اچي ويو ۽ سندس مٿو وري به وهاڻي تي ڪري پيو.

"مان اهو سوچي به نه ٿي سگهيس ته ڪو ڪنهن ڏهاڙي تون مون کي ملي ويندينءَ. اها مون کي تمام وڏي ڳالهه لڳندي هئي. پر هاڻي جڏهن تون سچ پچ مون کي ملي ويئي آهين...."

اقبال جو آواز اٽڪي پيو.

"هاڻي، ڪيئن ٿو لڳيءِ؟" انيتا جي وات مان نڪتو، انيتا جي آواز ۾ ڪابه شڪايت ڪانه هئي، سندس آواز فقط ائين هو، ڄڻ هوءَ تمام گهٽي ٿڪل هجي.

"هاڻي، مان اڪيون ٻوٽي، پنهنجي تصور ۾ ڪنهن ٻئي لاءِ ويچاريندو ٿو رهان."

"ڪنهن لاءِ؟"

"جنهن ڇوڪريءَ کي مون اڄ تائين ڪٿي به ڏٺو ناهي ته اها هن دنيا ۾ آهي به يا نه. پر هڪ نهايت سندر ۽ جوان ڇوڪري، مون کي پنهنجي تصور ۾ ڏسڻ ۾ ايندي رهندي آهي...."

"مان توکي چوندي هيس، اقبال! ته مان توکان وڏي آهيان. ان ڪري، مون مان، تنهنجي جوانيءَ جي اُڃ ڪانه لهندي."

"تون شايد ٺيڪ چوندي هئينءَ، پر مان ان ويل سمجهي نه سگهيو هوس."

"پر تون دکي ڇو ٿو ٿئين اقبال؟ اڃا تنهنجي گهڻي عمر پيئي آهي، تنهنجي مراد ضرور پوري ٿيندي."

"پر، تنهنجو ڇا ٿيندو؟"

"منهنجو؟....منهنجو ڪجهه به نه."

"مون ترکان گهر ڇڏرايو، نوڪري ڇڏرائي، پٽ ڇڏرايو...."

"پٽ کان سواءِ، هن دنيا ۾ ڪابه شئي منهنجي نه هئي، پنڙو، هينئر به جيئرو آهي ۽ جي مون کي سندس منهنجي ضرورت پئي ته ملي پوندو."

"تون، مون کان ناراض ته ناهين؟"

"نه!"
"پر مان پنهنجي پاڻ سان ناراض آهيان."
"۽ انهيءَ ڪري توکي بخار آهي!؟"
انيتا، پر نه چاهڻ ڪتان سگهه اچي ويئي، هن اقبال جي سيرانديءَ کان رکيل دوائن جون هڙيئي شيشيون کڻي هڪ پاسي رکي ڇڏيون ۽ هٿ منهن ڌوئي، ڪپڙا بدلائڻ لڳي....
"نيتي!" اقبال سڏ ڪيو.
"جي!"
"ڪيڏانهن ٿي وڃين؟"
"ڪنهن ٻئي وڏي ڊاڪٽر کي سڏي اچڻ لاءِ."
"ڇو؟"
"مان سمجهان ٿي ته توکي مدي جو بخار ناهي، هيءُ ڊاڪٽر، غلط دوائون ڏئي رهيو آهي."
نئين ڊاڪٽر، اقبال کي اچي ڏٺو ته ڪيساهه سان چيائين: ته هي مدي جو بخار ڪونه هو، باقي رت جي چڪاس وٺي به هن ڏسي ورتو.
"پوءِ هيءُ ڇا آهي ڊاڪٽر؟" انيتا پڇيو.
"ڪنهن غدود ۾ ٿورڙي سوج ٿي وئي آهي."
"جيڪڏهن ڪو، تمام گهٽي ڳٽتي ڪرڻي ته ڇا، هن طرح جي سوج ٿي ويندي آهي......؟"
"ٿي سگهي ٿو."
ڊاڪٽر جي دوا سان ٻئي ڏهاڙي اقبال جو بخار گهٽجي ويو ۽ ٽئين ڏهاڙي لهي ويو.
اقبال ڏاڍو ڪمزور ٿي ويو هو، ڊاڪٽر ۽ انيتا کي آس هئي ته اقبال جي ڪمزوري، ٿورن ئي ڏهاڙن ۾ رمندي رهندي.
ڊاڪٽر، سگهه جون دوائون به ڏنيون، پر اقبال جي صحت نه سڌري. هونئن ڪيس بخار ڪونه ٿي آيو.
گذريل ڪيترن ڏهاڙن کان انيتا، اقبال سان، سندس صحت جي ڳالهين کان سواءِ ڪابه ٻي ڳالهه ڪانه ڪئي پر اقبال کي اهڙيءَ ريت

وياڪل وياڪل ۽ ڪمزور ڏسي، نيٽ هڪ ڏهاڙي انيتا چيو:
"اقبال! ڊاڪٽر پنهنجو فرض ادا ڪيو، ان کان وڌيڪ ڪو به ڊاڪٽر، ڪجهه نٿو ڪري سگهي، هاڻي تون پنهنجي صحت پاڻ ئي ٺيڪ ڪري ٿو سگهين."
"اهو مان به سمجهيان ٿو، نيتي! پر..."
"جيڪو ڪجهه به تنهنجي من ۾ آهي، چئي ڏي."
"منهنجي من کي پاپ جو احساس ٿو ٿئي.."
"اهو، ڪنهن طرح دور ٿي سگهي ٿو؟"
"شايد دور ٿي سگهي ٿو، جيڪڏهن مان هيڪلو هجان، پر جڏهن مان تنهنجي چهري ڏانهن ڏسان ٿو ته منهنجو اهو احساس، اجان به وڌي ٿو وڃي."
"پوءِ جيئن تون چوين..."
"مان ڇا چوان؟ ڇوڙ لاءِ مون وٽ زبان ئي ڪانهي...."
"......"
"منهنجي قسمت ۾ الائجي ڪيترو پڻڪڻ لکيل آهي، توکي ڇڏي بين جوان ڇوڪرين کي حاصل ڪندس. مون کي شايد انهن ۾، تنهنجي من جهڙو من ڪونه ملندو، پوءِ مان وري توکاڻ پڻڪندس....مون کي شايد ڪڏهن به آنند ڪونه ملندو، نه توسان گڏ ۽ نه ڪنهن ٻئي سان گڏ..."
"...."
"پر تون ڪيڏانهن ويندينءَ؟ نيتي!"
"ڪٿي نه ڪٿي."
"جيڪڏهن تو وٽ رهڻ ڪاڻ ڪا بي پيٽي نه هجي ته هتي ئي رهي پئه."
"نه اقبال! ائين نٿو ٿي سگهي."
"ڇو؟"
"مان تو وٽ، تنهنجي ضرورت کان سواءِ نٿي رهي سگهان، مان ڪنهن وٽ به، سندس ضرورت کان سواءِ نٿي رهي سگهان."
"پوءِ؟"
"مان فقط ايترو ٿي چاهيان، وڌيڪ مون کي ڪا به سڌ ڪانهي."

"تون ساگر وٽ هلي وڃ، اهو شايد مون کان سٺو انسان هوندو."

انيتا جو اهو صبر، جيڪو انيڪ ڏهاڙن کان هن جي هڙني پوڳنائن جي مٿان هڪڙي پل جيان قائم هو، اهو اوچتو، هڪ ئي لڱان ٽٽي پيو. انيتا پنهنجي من جي گهري پاڻيءَ ۾ غوطا کائڻ لڳي. سندس ٻڏندڙ من مان فقط هڪ آواز نڪتو:

"خدا ڪارڻ اقبال! مون کي ڪجهه نہ چئہ، مان هلي وينديس، ڪيڏانهن نہ ڪيڏانهن هلي وينديس."

٢٠

، گاڏيءَ مان لهي، انيتا ان شهر جي پليٽ فارم تي رڪجي ويئي، جنهن شهر ۾ سندس پٽ رهندو هو، شهر جي جسم تي، هزارين جڳهيون ائين ڦٽي پيون هيون، جهڙيءَ طرح ننڍا ننڍا روڄ روڄ هجن. انيتا چيو: هن شهر جون اکيون بہ هونديون جيڪي ڏانهس تمام گهائيندڙ نظرن سان ڏسنديون ۽ هن جي زبان بہ هوندي، جيڪا ساڻس نہ ڄاڻ ڪيترو ڪڙو ڳالهائيندي.... پر انيتا کي محسوس ٿيو تہ ڪيس نہ ان جي ڏمريل اکين جي پرواهہ آهي ۽ نہ ئي هن شهر جي ڏکهي زبان جي، هن فقط هن شهر جي نبض کي هٿ لائي ڏسڻ ٿي گهريو، جنهن جي ڪري اهو، سندس ڪاڻ زنده هو، جيڪڏهن اها نبض هلي رهي آهي تہ انيتا جي لاءِ هيءَ شهر زنده آهي; پوءِ ڇاهي اهو ڪڙو ڳالهائي ۽ ڇاهي اهو گهائيندڙ نظرن سان ڏسي.

هڪ هڪ ڪري، انيتا هن شهر ۾ پنهنجي واقفڪار ماڻهن جا نانءَ سوچيا، پر ڪنهن بہ نانءَ سان، سندس پيرن ۾ چرپر نہ آئي ۽ نہ ئي ڪنهن هوٽل ۾ وڃڻ جو خيال ڪيس سهي لڳو. انيتا، پنهنجي خيالن ۾ وڏيڪ گهر ٿي وڃڻ نٿي چاهيو. هن کي سڌ هئي تہ جيڪڏهن سندس خيالن جو پير ٿابڙجي پيو تہ پوءِ پاڻ الائجي ڪهڙي کاهيءَ ۾ ڪرندي، پئي ويندي.

انيتا، کي سڌ هئي تہ سندس من ۾ ويا ڪلتا جون تمام اونهيون ۽ گهريون کاهيون آهن، هن ڇاٽي ٻجهي انهن کاهين ڏانهن نٿي ڏٺو، ڇو تہ انيتا کي سڌ هئي تہ پاڻ ڪا بهادر عورت ڪانهي، هوءَ کاهين

ڪان ڏجي رهي هئي، انهيءَ ڪري ٿي هوءَ ڪاهين کي پنهنجي ڏيئي، بيٺي هئي.

انيتا "رام بالي" جي گهر ڏانهن رخ ڪيو، جيتوڻيڪ انيتا، باليءَ تي پنهنجو، اهڙي قسم جو ڪوبہ اڌيڪار ڪونہ سمجهندي هئي تہ ڪانئس ڪجهہ پڇڻ جي بهاني ڪجهہ ڏهاڙن ڪاڻ،سندس گهر جو سهارو وٺي، پر انيتا کي ڪن ڳالهين جو ويچار آيو، هڪڙو اهو تہ: "بالي ساگر کي بہ سچائتدر هو ۽ اقبال کي بہ، ان ڪري، ڪيس ڪجهہ بہ نئين سر ورجائڻ جي ضرورت ڪانہ پوندي ۽ ٻي ڳالهہ هيءَ هئي تہ باليءَ جي ماءُ سندس ڳوٺ جي رهندڙ هئي ۽ باليءَ جي گهر ۾ ڪابہ عورت، پنهنجي سوالن سان انيتا کي پريشان ڪونہ ٿي ڪري سگهي. انيتا کي سڌ هئي تہ، سندس سماج ۾ هر ڪنهن عورت کي گهٽجي، ٻوساتجي مرڻ تہ اچي ٿو، پر ساهہ کڻڻ لاءِ ڪنهن بہ دروازي يا دريءَ کي ٿورڙن نٿو اچي. انهيءَ ڪري، اهڙي حالت ۾، جيڪڏهن، سندس جهڙي عورت سان ڪنهن کي سڀ کان گهٽ همدردي هوندي آهي تہ اها سندس پنهنجي وجود کي هوندي آهي.

"انيتا ڀيڻ!" باليءَ جڏهن دروازو کوليو تہ انيتا ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو.
"مان، اندر اچان؟"

بالي، انيتا کي ڏسي حيران بہ هو ۽ خوش بہ ۽ شايد انهيءَ ٿي ڪري، پاڻ، انيتا جي آواز جي اتڪ ڏانهن ڌيان ڪونہ ڏنائين ۽ انيتا جي ڪلهي تي هٿ رکي، هڪ لڳان وري چيائين:
"انيتا ڀيڻ!"

اندر اچي ويٺل انيتا، چانهہ پيئندي باليءَ کان پڇيو :
"مان هتي، تنهنجي گهر ۾، ڪجهہ ڏهاڙا رهي سگهان ٿي؟ بالي!"
"ڏياري، ڪلهہ گذري چڪي آهي، پر مون کي پاسي ٿو تہ چڻ اڄ بہ ڏياري آهي. مان هينئر ٿي چانهہ پيان، ڏيا بہ ٻارينداس ۽ ڦٽاڪا بہ ٻارينداس."
باليءَ وراڻيو.

انيتا نٿي چاهيو، پر انهيءَ جواب سان انيتا جي اکين ۾ بي اختيار پاڻي ڀرجي آيو، انيتا جي اکين ڏانهن ڏسي، باليءَ جي هٿ واري

چانھہ جي پيالي چلڪي پيئي ۽ سندس وات مان نڪتو:
"انيتا! تون خوش ناهين! اقبال ڪٿي آهي؟"
"مان ويا ڪل ٿي لڳان ڇا؟" انيتا جي چپن تي لڙڪ ڳاڙهڙ مرڪ پکڙجي ويئي.
بالي حيرت وچان، انيتا جو چهرو تڪڻ لڳو، انيتا وري چيو:
"دراصل، منهنجي مٿي ۾ ڏاڍو سور آهي، شايد سفر جي ڪري....."
"اقبال توسان ڇو نہ آيو؟"
"ڪونہ آيو."
"جيڪڏهن مٿي ۾ گھڻو سور هجئي تہ بسترو وڇرايان؟" "وڇراءِ."
هيل تائين انيتا اهوئي سمجهي رهي هئي تہ ڏکھي رستي جي مٽيءَ ڪان سندس مٿو، ڳرو ٿي پيو آهي، پر بستري تي ويهندي ئي کيس محسوس ٿيو تہ سندس خيال، سندس مٿي جي نسن کي ڀنهي هٿن سان چڪي رهيو آهي.
"جيڪڏهن تمام گھڻو سور هجي تہ ڪنهن ڊاڪٽر کي وٺي اچان؟" باليءَ پڇيو،
"سمهڻ سان ٺيڪ ٿي ويندس، ڊاڪٽر جي ضرورت ڪانهي."
ماني اڃا تيار ڪانہ ٿي هئي، باليءَ رڌڻي ۾ وڃي ڏٺو، هڪڙي ڀاڄي پچي چڪي هئي. باليءَ نوڪر ڪان هڪڙي پليٽ ۾ ڀاڄي ڪڍرائي ۽ ڊبل روٽيءَ جا ٻہ ٽڪرا رکي، انيتا وٽ کڻي آيو.
"وري مان توکي ڪونہ جاڳائيندس انيتا! هيءَ ٿورڙي ماني ڪائي وٺ."
انيتا کي بک ڪانہ هئي پر پوءِ بہ هن ٿورو ڪاڌو ۽ سمهي رهي. بالي، جڏهن صبح جو اٿيو تہ انيتا ستي پئي هئي. باليءَ هوريان وڃي، انيتا جي پيشانيءَ تي هٿ رکيو ۽ پوءِ بہ اطمينان سان اٿي، ٻئي طرف هليو ويو، انيتا کي بخار ڪونہ هو.
ڪجھہ وقت ٻيو بہ گذري ويو. انيتا اڃا بہ ستي پيئي هئي. باليءَ چانھہ ناهي ۽ انيتا کي جاڳائڻ لاءِ سندس پرسان آيو تہ انيتا جي سيرانديءَ ڪان پيل هڪڙي ڪاغذ تي سندس نظر پئي.
انيتا، باليءَ کي ڪجھہ بہ نہ ٻڌايو هو، پر پوءِ بہ رات ڪان بالي

هيسيل هيسيل هو. هن جلديءَ ساڻ ڪاغذ پڙهيو، جنهن تي انگريزيءَ ۾ لکيل هو:

("پن هنجو مڏ هيڪلائي پيو، پلي ان ۾ توهان جي پنهنجي رت ۽ ڳوڙهن جو ذائقو هجي ۽ واڪاڻ ڪريو ان جيون جي، جنهن توهان کي اج جي نعمت ڏني، چو تہ اج ڪان سواءِ توهان جو من، هڪڙي ويران سمنڊ جو ڪنارو آهي. بي سرو ۽ لاهہ ۽ چاڙهہ کان سواءِ")

باليءَ جي دل تيز تيز ڌڙڪڻ لڳي، ڪاغذ وٽ قلم بہ پيو هو، جنهن مان ظاهر هو تہ اهي سٽون انيتا رات کهڙيءَ بہ ويل اٿي لکيون هيون بالي پريشان ٿي ويو تہ انيتا رات اهي سٽون ڇو لکيون؟

پوءِ اوچتو باليءَ کي ڪو خيال آيو، ڪيس ائين لڳو تہ رات، انيتا ڪا اهڙي شئي کائي ڇڏي آهي، جنهن سان هوءَ پنهنجي جيون سان کيڏي ويئي آهي، سندس وات مان هڪڙي دبيل دانهن نڪتي :

"انيتا!"

انيتا ڇرڪ ڀري اکيون کوليون.

"شڪر آهي، تون زنده آهين."

"ڇا ٿيو؟ بالي!"

"مان ڊڃي ويو هوس...."

"ڇا رات، ڪو اٿوٽ ڊڙ سپنو ڏٺو هيئي؟"

پهريائين تہ باليءَ کي انيتا جي ان سوال تي کل اچي وئي، پوءِ کيس انيتا جو لکيل ڪاغذ ياد پيو ۽ سندس چهرو ڳنڀير ٿي ويو.

"تو ڇا سمجهيو هو؟" وري بہ انيتا ئي پڇيو.

"مون سمجهيو هو تہ شايد تو رات ڪا شئي کاڌي آهي."

"رات، تہ مون فقط اها ئي ڀاڄي کاڌي هئي، جيڪا تون پليٽ ۾ کڻي آيو هئين."

"شڪر آهي، تون ڪلي رهي آهين."

"تہ ڇا تو سمجهو تہ مون رات زهر کاڌو آهي؟"

"مون کي پڪ ٿيو هو...."

"نہ، بالي! جيڪڏهن مون کي زهر ئي کائڻو هجي ها تہ رات، مان تنهنجي

گهر نہ اچان ها، توکي خواهہ مخواهہ مصيبت ۾ وجهڻو اٿم ڇا؟"
"پر، انيتا!...."
"ڇڏ، ڇا پڇڻو اٿئي؟"
"رات جو اٿي، تون هيءُ ڇا لکندي رهي آهين؟"
انيتا، ڪاغذ ڏانهن ڏٺو ۽ مرڪي ڏنائين.
"هيءُ ڪلهہ جي ڳالهہ آهي."
"ها ڪلهہ ۽ خوش ٿيڻ جي، جيئن مون کي اڄ جي سوکڙي ڏني آهي، ڏس تہ سهي! مون هن ڪاغذ تي لکيو آهي تہ:
۽ هي جو لکيل آهي :
"اهو بہ سچ آهي."
"ڇا اهو وقت اچي ويو آهي؟ انيتا!"
انيتا چيو ڪجهہ بہ ڪونہ، فقط باليءَ جي چهري ڏانهن ڏٺائين، باليءَ کي محسوس ٿيو تہ انيتا جي اکين ۾ سندس نظر ٽاٻڙجي ويئي هئي.
"انيتا! توکي ڇا ٿيندو پيو وڃي؟"
"منهنجي مٿي ۾ ڪجهہ سور ٿي رهيو آهي."
"ڇا؟"
"تمام زور سان، ڪو منهنجي مٿي جي نسن کي ٽوڙي رهيو آهي."
"تون ويهہ نہ، انيتا! ليٽي پئہ. مان ڪنهن ڊاڪٽر کي سڏي ٿو اچان."
"ڊاڪٽر کي نہ، بالي! جيڪڏهن تون آٿي سگهين ٿو تہ رشميءَ کي وٺي اچ."
"رشميءَ کي؟"
"ڪنهن بہ طرح سان."
"مان ان کي بہ وٺي ايندس، انيتا! تون گهبراءِ نہ، پهرئين ڊاڪٽر کي وٺي اچان."
"ڊاڪٽرکي پوءِ ٿي ڪٺي وٺي اچجانءِ، پهرين رشميءَ کي وٺي اچ، هڪ لڳان..."
انيتا کي خود بہ ڪا سڌ ڪانہ هئي تہ کيس ڇا ٿيندو پيو وڃي. سندس مٿي ۾ اندر، ڪئي جهٽڪا لڳي رهيا هئا، جيتري قدر ٿي

سگهيو، انيتا پنهنجي آواز کي سنڀاليو ۽ پوءِ بيئل باليءَ کي پاڻ سان گڏ ويهاري چيو:

"منهنجي هڪڙي ڳالهه ٻڌ، بالي!"

"ٻڌاءِ."

"جيڪڏهن مان مري ويس ته."

"توکي ڇا ٿيو آهي؟ انيتا!"

"ٿيو مون کي ڪجهه به ڪونهي، ائين ئي مان تکي هڪڙي ڳالهه چئي رهي آهيان...."

"مان ڪونه ٻڌندس، ڪا به اهڙي ڳالهه."

"نه، هيءَ تمام ضروري ڳالهه آهي،تون چڱيءَ طرح ٻڌ ۽ ياد به رکجانءِ....جيڪڏهن توکي ڪڏهن اقبال ملي...."

"اقبال؟ ڪيڏانهن ويو آهي اقبال؟"

"ڪيڏانهن ڪونهي ويو."

"پوءِ؟"

"شايد ان سان ڪڏهن به منهنجي ملاقات نه ٿئي، انهيءَ ڪري مان توکي چئي رهي آهيان...."

"پر تنهنجي ملاقات ڇو نه ٿيندي؟ انيتا!"

"تون خاموش ڇو نٿو رهين؟ بالي! منهنجي ڳالهه ڇو نٿو ٻڌين؟ بس تون کيس ايترو چئجانءِ ته مان ساڻس ناراض ناهيان."

"انيتا؟"

"مان سچ ٿي چوان بالي! جيڪڏهن، مون کي ڪڏهن هن دنيا ۾ اقبال نه ملي ها ته مون کي انساني محبت جي ڇيهه جي سڌ ئي نه پوي ها! مان ائين ئي خيالي دنيا ۾ ئي زنده رهان ها ۽ مري وڃان ها!"

"پر انيتا!"

"پر ........." پر ڪجهه نه، بالي! هن پنهنجي جيون جا جيترا به ڏهاڙا مون کي ارپيا، فقط انهن ئي ڏهاڙن جي ڳالهه ڪر!"

"۽ جيون جا باقي ڏهاڙا؟"

"تون سمجهين ڪونه ٿو، بالي! تون اها سڄي جوابداري ان تي ڇو ٿو وجهڻ

چاهين؟"
"تو، هن ڪاڻ. . . ."
"مون ، هن ڪاڻ ڪجهه ڪونه ڪيو هو، سڀ ڪجهه پنهنجي پاڻ ڪيو هوم، ان ڪري مون کي ساڻس ڪابه شڪايت ڪانهي."

پوءِ انيتا کي ڪل ئي نه پيئي ته ڪهڙيءَ ويل بالي وٽانئس اٿي هليو ويو، کيس فقط ايتري سڌ پئي ته وهاڻي تي رکيل سندس مٿو، وهاڻي جي ڪپهه جيان ٿي ويو هو جنهن کي ڇڻ ڪوئي زور سان سميٽي رهيو هجي.

٢١

رام باليءَ کي واپس ورڻ ۾ ڪجهه اوير ٿي وئي هئي، هر هنڌ هن ڏاڍا قدم تيز تيز کنيا هئا. ايتري حد تائين جو هڪ هنڌ هو ٽيڪسيءَ واري کي پنجن روپين جو نوٽ ڏئي، باقي پئسا وٺڻ به وساري ويٺو، هڪڙي هنڌ انگور ورتائين ۽ پوءِ انگورن جو لفافو کڻڻ کان سواءِ ئي هو اڳيان وڌي ويو هو ۽ تڪڙ تڪڙ ۾ ٻاهر واري چائنٽ سان ٿاٻڙجي پيو، سندس پير کي ڌڪ به لڳو هو، تڏهن به انيتا جي سيرانديءَ کان بيهندي کيس محسوس ٿيو ته کيس اچڻ ۾ ڏاڍي اوير ٿي وئي هئي.

انيتا ،وهاڻي تان ڪنڌ مٿي ڪئي، ويهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سندس ڪنڌ جو بوجهه سندس ڳچيءَ کان کنيو نٿي ٿيو ۽ هن وزي به پنهنجو ڪنڌ، وهاڻي تي رکي ڇڏيو.
"تون ڏاڍي وياڪل آهين، انيتا!" باليءَ کٽ جي پرسان هڪ ڍڳهي موڙي تي ويهندي چيو.
"وياڪلتا، ڪهڙي شئي هوندي آهي؟ بالي! خوشيون جڏهن رسي وينديون آهن ته اسان سڀئي ان جو نانءُ وياڪلتا رکي ڇڏيندا آهيون." انيتا جي چهري تي مرڪ جهڙي ڪا شئي پکڙجي وئي ۽ پوءِ انيتا ٻاهر واري دروازي ڏانهن ڏسندي چيو:
"رشمي؟"
"اجهو آيو."
"سچ؟"

بالي، کي ڪجهه ياد پيو ۽ هو موڙي تان اٿي، هڪ الماڙي ۾ ڪجهه ڪاغذ جانچڻ لڳو.

"توکي هڪڙو پتر ڏيکاريان؟ انيتا!"

"ڪنهن جو پتر؟"

"منهنجو پتر، هڪ ڏهاڙي توکي مون هڪڙو پتر لکيو هو، پر پوءِ ٽپال ۾ نه وڌم. انيڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي، گذريل سال جي."

"پتر لکيو هيئه ته پوءِ ٽپال ۾ ڇو نه وڌءِ؟"

"سوچيو هوم ته تون ڏاڍي سکي هوندينءَ، توکي ڪو ڏکي پتر نه لکان."

"تو ڇا لکيو هو؟ پتر ۾..."

بالي، هڪڙو ويڙهيل سيڙهيل ڪاغذ ڪڍيو ۽ انيتا کي ڏيئي ڇڏيائين. انيتا ڏاڍو غور ڪيو، پر سندس نظر، لفظن تي ٽڪي ڪانه رهي هئي. هن ڪاغذ، بالي، کي واپس ڏنو ۽ چيو:

"تون ئي پڙهي ٻڌاءِ."

"جنهن ڏهاڙي مون هيءُ پتر لکيو هو، ته نه ڄاڻ ڇو هڪڙي گهري ويا ڪلتا، منهنجي من تي ڦهلبي ٿي ويئي، جنهنڪري مون پنهنجي من کي ور ور ڏيئي ياد ڏياريو هو ته تون اڄ ڪلهه تمام سکي آهين."

"مان سچ پچ ڏاڍي سکي رهي آهيان، بالي! پر تون ٻڌاءِ تو ڇا لکيو هو؟"

بالي، ڪاغذ ڏانهن ڏٺو: "هڪڙو سمنڊ لهرن سان پاڳل ٿي رهيو آهي، ان ۾ هڪڙي ننڍڙي ٻيڙي هلڻ لڳي آهي، تون ان ٻيڙيءَ ۾ ويهي رهي آهين، مان واريءَ تي بيهي، ڇٽي رهيو آهيان...ڇگوا ڪناري تي وڃي پهچانءِ بالي خدا! اي خدا! ....منهنجي من ۾ هڪڙو پڻ جنم وٺي رهيو آهي، ان پڻ جي ٻيڙي، تنهنجي سک سان روشن به آهي، پر ان جا پاسا، ڪانءِ جي ڪنهن جيان ڪارا آهن، نه ڄاڻ اها ڪهڙي عجيب ڳالهه آهي؟"

انيتا جا ڳوڙها تيزيءَ سان وهي پيا ۽ هن بالي، جو هٿ جهلي چيو:

"تون ڪيترو نه سٺو آهين، بالي!"

ٻاهر واري دروازي وٽان ڪنهن جي هلڻ جو آواز آيو، انيتا

ڇرڪ پري دروازي ڏانهن ڏٺو:
"رشمي!؟"
"منهنجي خيال ۾ ڊاڪٽر هوندو."
بالي، اٿي جڏهن ٻاهر دروازي ڏانهن ويو ته اتائين سڏ ڪندي
چوڻ لڳو:
"انيتا! تنهنجو رشمي اچي ويو! ڏس ڪيترو نه وڏو ٿي ويو آهي، تنهنجو
رشمي!"
"رشمي؟" انيتا جي وات مان نڪرندڙ آواز ائين هو ڄڻ ڌرتيءَ جي ڇاتيءَ
کي چيري نڪتو هجي.
جنهن زور سان انيتا کٽ تان اٿي هئي، انهيءَ زور سان ٿيهوءَ وري
۾ کٽ تي ڪري پيئي.
"ممي!" کٽ جي ڪاٻي پاسي ويهي رشميءَ پنهنجو مٿو، انيتا جي ڇاتيءَ
تي رکي ڇڏيو.
انيتا جي ڇاتيءَ تي ڳل ٽڙي پيو ۽ پوءِ ان جي سيڪنڊ سان انيتا
جو تن بدن واسجي ويو. ٻاهر وارو دروازو کليو، هن پيري ڊاڪٽر آيو هو،
ڊاڪٽر جڏهن اندر اچي، انيتا ۽ رشمي جي پاڪر ۾ پريل ٻانهن کي
لوڏيو ته انيتا جي چهري ڏانهن ڏسندي، ڊاڪٽر کي ائين لڳو ڄڻ ڪائنس
ڪو دوش ٿي ويو هجي.
ڊاڪٽر تپاسيو، ڇڪاسيو وري وري.... ۽ رام باليءَ کي ٻئي
پاسي وٺي وڃي چوڻ لڳو:
"توهان مون کي ڪوٺڻ ۾ تمام دير ڪري ڇڏي، ڪنهن گهري پيڙا جي
صدمي جي ڪري، دماغ جي رڳ ڦاٽي ويئي آهي."
"اسپتال وٺي هلون؟" باليءَ گهٻراهٽ مان چيو.
"اجا تائين ته مريض جا حواس قائم آهن، ڪجهه منٽن کان پوءِ ڪونه
رهندا. اسپتال وٺي هلو، پر مان سمجهان ٿو ته وات تي ٿي...."
رام باليءَ کي ساڻ وٺي ڊاڪٽر جڏهن انيتا جي کٽ وٽ آيو،
ان ويل انيتا پنهنجي کٽ جي پرسان بيٺل رشميءَ ڏانهن اهڙيءَ طرح ٽڪ
ٻڌي ڏسي رهي هئي، ڄڻ سندس نظر ۾ عجيب قسم جي حيرت هئي.

”تون اچي وئين؟“ انيتا جي وات مان نڪتل ڌيمو ڌيمو آواز سيني ڪي ٻڌڻ ۾ آيو.

انيتا وري بہ رشميءَ جي چهري ڏانهن تڪ ٻڌي ڏسندي رهي ۽ ڏسندي ڏسندي سندس چپن تي نهايت ئي سندر سندر هڪ مرڪ پکڙجي وئي، مرڪ ۾ پنل انيتا جا چپ هڪ لڳان وري بہ چريا :

”مان ڪيتري نہ ڀاڳيري آهيان....توهان ٻئي مون کي ملي ويئو، تون بہ ۽ رشمي بہ....“

رام بالي پٺر ڪان انيتا جي ٻانهن کي لوڏيو ۽ رشميءَ ڏانهن هٿ جو اشارو ڪندي پڇيو:

”هيءَ ڪير آهي؟ انيتا!“

انيتا، هڪ عجيب نظر باليءَ ڏانهن ڏٺو، چڻ چوندي هجي:

”توکي منهنجي ڀاڳيري هجڻ تي وشواس چو نٿو اچي؟“

باليءَ وري بہ انيتا جي ٻانهن کي لوڏيو ۽ رشميءَ ڏانهن اشارو ڪندي پڇيائين:

”هن کي سڃاڻين ٿي انيتا! هيءَ ڪير آهي؟“

”سڃاڻان چو ڪانہ ٿي؟...هيءَ ساگر....“

انيتا جي پيشانيءَ تي موت جو پڳهر اچي ويو. پڳهر جا گول گول ڦڙا، اکرن جهڙا هئا، جيڪڏهن هن دنيا کي اکرن جي سڃاڻپ هجي ها تہ اها پڙهي ٿي سگهي تہ، انيتا جي پيشانيءَ تي موت جا پڳهر لکي ڇڏيو هو:

”جيستائين ڪنهن عورت کي، جنهن کي سچائيءَ جي ڳولا آهي، سندس پار ۾ ان جو محبوب ٻئي شيون نٿيون ملن تہ ان جو حشر، سدائين انيتا جهڙو ٿيندو.“

(پڄاڻي ٿي)



## مرحوم عرفان مهدي ناز سنائيءَ کان انٽرويو وٺندي

امرتا پريتم جو هيءُ ناول "هڪ اداس ڇوڪري" اسان جي هڪڙي اداس ڇوڪري عرفان مهديءَ ترجمو ڪيو هو. جيڪو اداسين جي ور چڙهي ويو ۽ پاڻ کي درياهہ حوالي ڪري ڇڏيائين ۽ اهو نوجوان، جيڪو اداس هوندي بہ ماڻهن کي سچ جو سج اڀارڻ لاءِ تيار ڪندو هو، ۽ هن ڌرتيءَ تي انقلاب ۽ آجپي جون ڳالهيون ڪندو هو.

۽ هاڻي جڏهن عرفان مهدي اسان وٽ موجود ڪونهي، تہ سندس هيءُ پهريون تجربو (ترجمي جي صورت ۾) پڙهي ان جون گهٽيون يادون ڀيهر تازيون ٿينديون. جيڪي هوندي بہ اسان وساري نہ سگهيا آهيون ۽ جسماني طور جدا هوندي بہ اسان عرفان کي پاڻ کان الڳ نہ ڪري سگهيا آهيون.

- ناز سنائي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناданيءَ جي نشاني آهي.

پَڙهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهن نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوَ، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
> ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)